پورب جا سنت

# سنت پلٽو صاحب

ڇپائيندڙ:-
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
پوسٽ آفيس،
ڊيرا بابا جئمل سنگهه
ضلع امرتسر (پنجاب)



پهريون دفعو]      ڪاپيون ٧٠٠٠      [آگسٽ ١٩٨۴

ڇپيندڙ:-
راڌاڪرشن پريداس
امر ڀارت پرنٽنگ پريس
هاٿي ڀاٽا، اجمير

پورب جا سنت

# سنت پلٽو صاحب

ڇپائيندڙ:-
ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس
پوسٽ آفيس،
ڏيرا بابا ڄيمل سنگھ
ضلع امرتسر (پنجاب)





پهريون دفعو] ڪاپيون ٧٠٠٠ [آگسٽ ١٩٨٤

ڇپيندڙ:-
راڌاڪرشن پريداس
اَمر ڀارت پرنٽنگ پريس
هاٿي ڀاٽا، اجمير

پريم جوت جو پرڪاش نظر اچڻ لڳي ٿو، پريم هنجي هر قسم جي دُئي دور ٿي وڃي ٿي ۽ هر جيو ۾ ڪيس اُن هريءَ جو سچو هر مندر ۽ ٺاڪر دوارو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

ستگر صاحب جب مهر ڪري تب گيان ڪا ديپڪ بارا هئہ جي،
پرم انڌيرا ڇوٽ گيا دسهون دس پان اُجيارا هئہ جي.
وڻ دوس ٽوٽي ناهين لڳي جيون تيل ڪي ڌارا هئہ جي،
پلٽو ڪهئہ موهہ ڊنڪ پرا، گهٽ گهٽ ۾ ٺاڪر دوارا هئہ جي.
(ڀاڳو ۲، جهولنا ۱)

پلٽو صاحب جي باڻي پريو پريم جي رنگ ۾ رنگي پيئي آهي. اُن ۾ روحاني ڀيد نهايت سرل ۽ اثرائتي ڍنگ سان کوليا ويا آهن. هيءَ باڻي هڪ مهان سنت جي سچي مثل روحاني تجربي جو سکيادائڪ ۽ ڪلياڻڪاري ڀنڊار آهي.

پستڪ جو سنڌي انواد ڪماري ڪملا پرسواڻي ڪيو آهي ۽ اُن جي ڇپائيءَ جو پربنڌ شري منگهارام ڏيال ڪيو. اسين اُن پريم ڀري سيوا لاءِ سندن شڪرگذار آهيون.

ڊيرا بابا جئمل سنگهہ،
ضلع امرتسر (پنجاب).

ايس. ايل. سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس

# وشيه سوچي

# سنت پلٽوُ صاحب

جهوَن ۽ ايڊيشن

جهاڙ نهين ڦل ڪات هئم، نهين ڪُوپ ڪو پياس؛
پـر سوارٿ ڪي ڪارنـي، جنمين پـلٽـوُ داس.

پر سوارٿ کي ڪارڻي سنت ليئا اوتار.

سنت ليئا اوتار جڳت ڪو راهه چلاوينءِ،
ڀڳتي ڪرينءِ اُپديس گيان دي نام سناوينءِ.

پريت بڙاوينءِ جڳت ۾ ڌرتي پر ڏولينءِ،
ڪتنو کهينءِ ڪنور بچن وي آمرت بولينءِ.

اُنکو ڪيا هُمُ چاهه سهت هينءِ دک گهنيرا،
جيو ٽارني کي هيت ملک ڦرتي بهتيرا.

پلتئو ستگرو پاءِ کي داس پيئيا نروار،
پر سوارٿ کي ڪارڻي سنت ليئا اوتار.

(ڀاڳو ١، ڪبلي ٤)

# سنت پلٽو صاحب

## جيون

گهڻن ئي ٻين مهاتمائن وانگر پلٽو صاحب جن جي زندگيءَ جي باري ۾ به تمام گهٽ ڄاڻ آهي. ليکي ٿو ته هنن جي زندگيءَ جون گهڻائون ماضيءَ ۾ گم ٿي چڪ ته انڌيري ۾ الوپ ٿي ويون آهن. نه اُنهن جي ماتا پتا ۽ پروار جي باري ۾ ڪا خبر ٿي ملي ۽ نه ئي سندن جيون جي باري ۾. ايتري قدر جو سندن اصلي نالي جي به ڪنهن کي خبر ڪونهي ۽ اِئين ممڪن ٿو وجي ته "پلٽو" نالو سندن ستگرن ڪين ڏنو هو. اِئين چيو ويندو آهي ته پنهنجن ستگرن کان نام جو ڀيد حاصل ڪري پلٽو صاحب جن پنهنجي ورتيءَ کي پوري طرح سان سنسار مان ڪيڏي انترمک ڪري ڇڏيو ۽ سندن سرت سنسار ۽ شرير مان نڪري اندر جي روحاني منڊلن ۾ واس ڪرڻ لڳي. هنن جي روحاني اوستا جي حالت ڏسي ۽ اهو ڄاڻي ته هاڻي پلٽو صاحب جن جو چت اندر ۾ لڳي ويو آهي، سندن ستگرن شري گوند صاحب جن فرمايو ته هيءَ ته پلٽجي ويئي يعني بدلجي ويو آهي، "پلٽو" ٿي ويو آهي. گروءَ وٽان مليل اِنهيءَ نالي کي پلٽو صاحب جن عزت سان سويڪار ڪيو ۽ اُنهيءَ وقت کان وٺي اِنهيءَ نالي سان ئي مشهور ٿيا. سندن ڪرتائن ۽ باڻيءَ ۾ به اِهوئي نالو ڏنو ويو آهي. اِنهيءَ مان ظاهر آهي ته پنهنجن ستگرن جي واسطي پلٽو صاحب جن جي دل ۾ ڪيڏي نه شردا ۽ ڀڳتي هئي. پلٽو صاحب جن پنهنجي باڻيءَ[1] ۾ اِنهيءَ نالي جو ڀيد هن رِيت سمجهايو آهي:-

---

١. هن پستڪ ۾ ڏنل پلٽو صاحب جن جي باڻي جنهن گرنٿ مان ڪٺي وئي آهي، اهو ٽن ڀاڱن ۾ بيلويڊيئر پريس (الله آباد) وارن ڇپايو آهي.

پل پل ۾ پلٽوءَ رهي اُجها آلو جاپ،
گر گوبند آس جانڪي واڪا پلٽوءَ نام.

پلٽوءَ پلٽوءَ ڪيا ڪريءَ، من ڪو ٻارو ڏوهه
ڪام ڪروڙ ڪو مار ڪيءَ، سوڀي پلٽوءَ هوءِ.
(ڀاڱو ٣، ساکي ١٣)

پلٽوءَ صاحب جن جو هڪ ڀاءُ بہ هو، جنهن کي پلٽوءَ پرساد جي نالي سان مشهور آهي. اهو نالو بہ اصلي اسار ڪرڻ لڳو لڳي، ڇو تہ انهيءَ سان گڏ بہ پلٽوءَ نالو جڙيل آهي. پر پلٽوءَ پرساد جن پنهنجي ”ڀڃاوليءَ“ ۾ ڪي اهڙا حوالا ڏنا آهن جن مان پلٽوءَ صاحب جن جي زندگيءَ جي باري ۾ ڪجھ خبر پئجي سگهي ٿي. جنهن تہ ”ڀڃاوليءَ“ جي مطابق پلٽوءَ صاحب جن جو جنم يو. پي. ۾ اهوڌيا جي نزديڪ فيض آباد ضلع جي هڪ ڳوٺ جلال پر ۾ ٿيو هو. اهو ڳوٺ ماليپور ريلوي اسٽيشن کان ١٣ ڪلو ميٽر دور آهي.

انهيءَ ڳالهہ جي باري ۾ ڪو بہ سنديهہ ڪونهي تہ پلٽوءَ صاحب جن ذات جا ٻنيا هئا، ڇو تہ پنهنجي باڻيءَ ۾ گهڻن اُي هنڌن تي هن انهيءَ ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. فرمائين ٿا تہ: ”مان هون پلٽوءَ ٻنيا“ (ڀاڱو ٣، شبد ١٣٣). ”پلٽوءَ داس ايڪ ٻنيا، رهيہ اَوڌ کي بيچ“ (ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٥٨). اهڙي طرح هڪ اَرل ۾ هن ريت اشارو ٿا ڪن:-

ٻنيا جاس مان اَڌم اهڙا هون پاتڪي،
اَڌما آئون گانٺ، تنڪ نهين ساتڪي[1].
ڏوسر پلٽوءَ رها، پڪتي اوهہ ڪهان رهي،
اَري هان پلٽوءَ ڀؤل ڪيا پڳوان ڏيا موکهہ سهي.
(ڀاڱو ٢، ارل ١١٤)

---

١. مان هر طرح سان اَپوتر آهيان، ڏري بہ پوترتا منهنجي اندر ڪونهي.

اِتهاس جي دِرشٽيءَ سان جيڪو ڏٺو وڃي ته اَرڙهين صديءَ ۾ دهليءَ جي تخت تي شاهه عالم جي نالي سان ٻه مغل بادشاهه ٿيا آهن شايد اهي ٻئي پلٽوُ صاحب جن جا سمڪالين يعني اُنهن جي ئي جيون ڪال ۾ رهيا آهن. آزڪل[1] جو وچار آهي ته پلٽوُ صاحب جن جو جيون ڪال ١٧١٠ع کان ١٧٨٠ع تائين رهيو هوندو. پر پلٽوُ صاحب جن جي جنم جي تاريخ جي باري ۾ ودوانن ۾ متڀيد آهي، انهيءَ ڪري پڪيءَ طرح سان ڪجهه به چئي نٿو سگهجي. هڪ ڳالهه ضرور پڪيءَ طرح سان چئي سگهجي ٿي ته پلٽوُ صاحب جن کي سنت گووند صاحب جن وٽان نام جي بخشش ملي. اِها وارتا پرسڌ آهي ته جڏهن پلٽوُ صاحب جن پورن گروءَ جي کوج ۾ ايوڌيا مان ڪاشيءَ ۾ آيا ته اُتي کين گهڻيئي مشهور مهاتما مليا. پهريان سندن ميلاپ گلال صاحب جن سان ٿيو، جن کين ڀيکا صاحب جن ڏانهن موڪليو. پر ڀيکا صاحب جن وري کين گلال صاحب جن ڏانهن واپس روانو ڪيو. پوءِ گلال صاحب جن کين گووند صاحب ڏانهن موڪليو، جن پلٽوُ صاحب جن کي نام دان بخشيو. ڪجهه ماڻهن جو اهو وچار آهي ته ڀيکا صاحب جن پلٽوُ صاحب جن جا گرو هئا. پر اهو وچار ٺيڪ ڪونه ٿو لڳي، ڇو ته پلٽوُ صاحب پنهنجي باڻيءَ ۾ اهو قبول ڪيو آهي ته هوُ گووند صاحب جن جا شش آهن. هنن ڪيترن ئي هنڌن تي ڏاڍي آدر سان پنهنجي گروءَ جو نالو ورتو آهي ۽ انهيءَ ڳالهه ڏانهن به اشارو ڪيو اٿن ته سندن ستگرو خود سرت شبد جو ابياس ڪندڙ آهي ۽ کين به سرت شبد جي مارگ جو پند ڏنو اٿن:-

---

١. آزڪل دواران رچيل پستڪ "سنت پلٽوُ" راڌاسوامي ستسنگ وارن اُن ئي انگريزيءَ ۾ ڇپايو آهي.

١. پلٽوُ داس ڪي گوبند صاحب،
آه مليو موهه پرم گلي ۾.
(ڀاڱو ٣، شبد ٥٧)

٢. سکي پلٽوُ اَلمست ديواني،
گوبند نند دلاري هو. (ڀاڱو ٣، شبد ١٢٧)

٣. جئہ جئہ جئہ گرو گوبند، آرتي تمهاري؛
نرڪت پد ڪنج ڪمل، ڪرمت پتت تاري.
(ڀاڱو ٣، شبد ١٢)

٤. ڪرم جنهنجو نرڙ ڪيو، پرم ڪيئا چمڪار؛
جوهه گوبند گوبند ملي، ٽوڙ ڪ ديئا سنسار.
(ڀاڱو ٣، ساکي ٢٦)

پلٽوُ صاحب جن جي ڀاءُ ڪرپالداس جن ۾ لکيو آهي:-

پلٽوُ جهڙو جي ڪيت ۾، لگا شبد ڪا بان؛
گرو گوبند ڪي فوج ۾، سوُرما پلٽوُ داس.
(ڪرپالداس جي شبداولي، صفحو ١٣٥)

ڪرپالداس جن پلٽوُ صاحب جن جي روحاني چڙهائيءَ جي ۽ سندن مشهوريءَ جي باري ۾ فرمائين ٿا:-

پلٽوُ پلڪ نا بسري دل دريا ڪي بيچ،
اُنهي پکت چلائيا مهي نام ڪي کيچ.
(ڪرپالداس جي شبداولي، صفحو ١)

اهڙيءَ اُلم گتي حاصل ڪرڻ جي واسطي پلٽوُ صاحب جن کي من سان ڀوري لڙائي ڪرڻي پيئي. حقيقت ۾ چاهي عام انسان هجي، چاهي ڪو پورڻ سنت هجي، هن من سڀني کي ناچ نچايو آهي. من سان جيڪا ڀيانڪ جنگ ٿي ڪرڻي پيئي، اُن جو بيان ڪندي پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا:-

ڇن ۾ ٻهت هر ترنگ آئيءِ، ڇن ۾ ڏن ڪو جت لوڪ لڳائي ۽
ڇن ۾ ٻهه جوڳ ٻئراڳ ڪٽيءِ، ڇن ۾ ڪام ڪروڌ ڪو مارن ڏائي.
ڇن ۾ ٻهه ڀوڳ ٻلاس ڪريءِ، ڇن ۾ اُت ڏاهه ڪريءِ ڪملائي ۽
ٻاٽ ڪپٽي من چوٽ ڪريءِ، هم ٻاڳ ٻڇي گر ڪي سرنائي.
(ڀاڱو ٢، سوٻا ١)

ٻلڻو صاحب جن اڏوٽيا جا رهندڙ هئا. عام طور اڏوٽيا ڪي شري رامچندر جن جي نگري ڇيو وڃو آهي. ڀي ٻلڻو صاحب جن جي وقت ۾ اڏوٽيا جو پراڻو نشان ختم ٿي چڪو هو. پراڻي تيرٿ استان هئڻ جي ڪري گهٽيئي ياترِي ضرور ايندا هئا. اُني جي پنڊن يا مهنتن جو مکيه ڌندو اهو هو ته پوڄا پاٺ، جپ تپ ۽ دان پنج جي بهاني ياترين کان پئسا ڦرڻ. انهن کٽي ڇڏجي ته اڏوٽيا نگرِي ڪرم ڪاندين جو اَڏو ٻڻجي چڪي هئي. اهڙي قسم جي ماڻهن جي وچ ۾ رهي سچي روحانيت جو پرچار ڪرڻ ۽ ٻاهرمکي ڀرمن ۾ ڦاٿل جيون کي انترمکي ابياس ڏانهن موڙڻ، اهو ٻلڻو صاحب جهڙي مهان سنت ستگروءَ جو ئي ڪم هو. جيئن جيئن ماڻهن کي اُنهن جي سچي روحانيت جو پتو لڳندو ويو، تيئن تيئن غريب اَمير، پڙهيل اَڻ پڙهيل، هندو مسلمان، هر طرح جا جگياسو سندن سنگت ۾ اچڻ لڳا ۽ هو ڌرم ۽ ذات جي ڀيد ڀاو ٻنا جيون کي هڪجهڙو پيار ڪندا هئا. پنهنجي هڪ ڪنڊليءَ ۾ فرمائين ٿا ته هندو ۽ مسلمان ٻئي منهنجي لاءِ ربيع ۽ خريف جي فصل وانگر آهن. مان انهيءَ اَڪال پرش جو داس آهيان، جنهن موکي هندو مسلمان ٻئي جاگير ۾ بخشيا آهن. مون ٻنهي جي واسطي گيان جو دفتر کوليو آهي ۽ سڀ منهنجي گيان جي ٻرياو ۾ ايندا ٿا وڃن:-

مسلمان ربيع مهري، هندو ڀيا خريف.
هندو ڀيا خريف، دوئُو هئه فصل هماري ۽
اِڪو چاهيءِ ليئه، ڪاٽ ڪيءِ ٻاري ٻاري.

سال پُري ۾ ملي، ٿهي هڪو جاگيري؛
چاڪر پيهي حضوري، ڪوڙ آب ڪري تڪبري[1].
دونون ڪو سمجهاءِ، گيان ڪا دفتر کوليءِ؛
سڀ قائل[2] هوءِ جاءِ، عمل ديءِ ڪوئُو نه ٻوليءِ.
دوئُو دين ڪي بيچ ۾[3]، پلٽو داس حراف؛
مسلمان رابع مهري، هندو پيما خراف.

(پاڱو ١، ڪنڊلي ٢٦٢)

پلٽو صاحب جن جي ڀاءُ شري پلٽو پرساد جن به پنهنجي هڪ دوهي ۾ لکيو آهي ته پلٽو پنهنجي ستگروءَ جي باغ جو اهو گل آهي، جنهن چئن ئي ورڻن جو ڀيد ڀاوَ سماپت ڪري هر ڌرم ۽ ذات جي جيون جي واسطي پريو ڀڳتيءَ جي هڪ ئي ريت هلائي:-

گر گوبند ڪي باغ ۾ پلٽو ڦُولي ڦول.

(پدماولي)

پلٽو صاحب جن خود پنهنجي هڪ پرسد ڪنڊليءَ ۾ اشارو ڪيو آهي ته پرماتما جي وصال جي واسطي صرف ڀڳتي ۽ نمرتا ئي ضروري آهي، ذات پات، قوم مذهب سڀ بي معنيٰ آهن. پلٽو صاحب جن صاف چيو آهي ته مالڪ جا سچا ڀڳت نيچ ۾ نيچ ذاتين ۾ به ٿيا آهن ۽ ودر، ڀيلڻي ۽ سپچ جا مثال ڏيئي سمجهائين ٿا ته چاهي اهي سڀ نيچ ذات ۾ پيدا ٿيا، پر انهن پنهنجي پيار سان ڀڳوان کي به وس ۾ ڪري ڇڏيو:-

صاحب ڪي دربار ۾ ڪيول ڀڳتي پيار.
ڪيول ڀڳتي پيار، صاحب ڀڳتي ۾ راضي؛
تجا سڪل پڪوان ليا، داسي ست ڀاڄي.
جپ تپ نيم آچار، ڪري ٻهتيرا ڪوئي؛

---

١. تڪبري. ٢. مڃيندڙ. ٣. انهي ڌرمن جي وچ ۾.

ڪانئي سوري ڪي ٻڌي، مٺي سڀ رشي مني روئي.
ڪيا ٻنڌ شڪر ٻنگي، ٻڌورا سڪل سماجا،
مردا سڀ ڪا مان، سوچ بن ڪهنت نہ ٻاجا.
پلٽو اونچي جات ڪو، جن ڪوئو ڪري اهنڪار،
صاحب ڪي دربار ۾، ڪيول ڀڳتي پيار.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢١٨)

پلٽو صاحب جن هڪ گرهستي مهاتما هئا. انهن جو واهہ نہ ٿيل هو ۽ ڪين اولاد نہ هو. پنهنجي ٻاڻيءَ ۾ هنن انهيءَ ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو آهي ۽ جيوڪا جي لاءِ پنهنجن بزرگن وانگر دڪانداري ڪندا هئا. فرمائين ٿا ”پلٽو داس اِڪ ٻانيا رهي آوٽ ڪي بيچ“ پر سنساري ورتيءَ واري دڪاندار ۽ ٻيو ڀڳت دڪاندار جي وچ ۾ بيحد فرق هوندو آهي. پهرئين قسم جي دڪاندار جو دين ايمان ئي مايا هوندي آهي ۽ مايا جوڙڻ جي واسطي هو انيڪ طرح جي هيرا ڦيري نہ ڪندو رهندو آهي. ٻئي قسم جو دڪاندار سچي ڪرت يا اُتم ڪمائي ڪندو آهي ۽ من کي موهہ مايا ۽ لوڀ لالچ کان دور رکندو آهي. پلٽو صاحب جن پنهنجي هڪ ڪنڊليءَ ۾ سنساري ورتيءَ واري ٻنئي جو حال ٿا بيان ڪن ۽ فرمائين ٿا تہ اهڙو شخص ڪڏهن بہ پنهنجي عادت کان باز ڪونہ ايندو آهي. هو گهٽ توريندو آهي، بي ايماني ڪندو آهي ۽ لالچي ۽ بي شرم هوندو آهي. لوڀ جي وس ۾ اچي هو اِئين ڪونہ سوچيندو آهي تہ پورو ۽ صحيح طرح سان تورڻ مان ڪهڙو فائدو آهي. ڪيس پنهنجي آد ڪرتا يعني اَڪال پرش جو بہ ڪو ڀَپ ڪونہ هوندو آهي ۽ نہ ئي اِها ڳالهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ هر هڪ جيو کي پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ جي واسطي بار بار چوراسيءَ جا ڏک سهڻا پوندا آهن. هو چوراسيءَ جا ڏک سهڻ لاءِ تہ تيار ٿي ويندو آهي پر ڪوڙ ۽ فريب جي بري عادت ڇڏڻ لاءِ تيار ڪونہ ٿيندو آهي:-

ھيا ٻان نا ڇوڙيءِ، ڀسنگھا ماري جاءِ.
ڀسنگھا ماري جاءِ، ٻڙ ڪو مرم نہ جاني[1]؛
نس دن ٿرلي گھاٽ، ڪرءِ[2] ٻھ ٻري ٻراني.
ڪيتڪ ڪھا پڪار، ڪھا نھين ڪريءِ اناري؛
لالچ سي پا پتت، سويءِ نانا دکہ پاري.
ٻھ ٻن ڪا نرلج، لاج نھين ڪريءِ آپاني؛
جن ھري پيدا ڪيا، تاھ ڪا مرم نہ جاني.
ڇوراسي ٿر آھ ڪيءِ، پلٽو جوٽي ڪاءِ؛
ھيا ٻان نہ ڇوڙيءِ، ڀسنگھا ماري جاءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٩٧)

ان جي اُبتڙ جھڪي سچا ڀريوءِ جا ڀڳت ھوندا آھن اُھي من جي اَڌين ٿي جھوٽ، فريب، ٺڳي، بي ايماني ڪرڻ جي بدران پنھنجي ھوس ۽ ترشنا کي قابوءِ ۾ رکندا آھن. ھو من کي وس ۾ ڪرڻ جو ڀورو يتن ڪندا رھندا آھن. پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا:-

سو ھيا جو من ڪو ٽوليءِ.
من ڪي پيتر ڀي ٻجار، من ھين آپ خريدن ھار.
من ھين ۾ لين دين منھن دڪان، من ھين ۾ من ڪي گذران.
من ھين ۾ لاديءِ الديءِ اَنت نہ جاءِ، منھن ڪي پيدا منھن ۾ ڪاھ.
من ھين ۾ تراجو منھن ۾ سير، پلٽو داس سب من ھين ڪا قير.
(ڀاڱو ٣، شبد ٩٤)

ڌيان ڏيڻ لائق ڳالھ آھي تہ پلٽو صاحب جن جا شش ڪين ھر طرح جا پدارٿ ڏيڻ لاءِ تيار ھئا، پر ھڪ سچي سنت وانگر پلٽو صاحب جن ھڪ پئسو بہ قبولڻ لاءِ تيار نہ ٿيا. فرمائين ٿا تہ اَمير شخص ھٿ جوڙي مونکي انيڪ قسمن

---

١. ڀوري تورڻ جي ڳالھ جي ڪيس خبر ڪونھي.
٢. عادت.

جون پيشائون ڏيڻ چاهين ٿا پر مونکي صرف هڪ پرماتما جو ئي ڀروسو آهي:-

١. هات جوڙ آڳي ملي، ليء لپء پيت اميرء.

(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ١٩)

٢. ايڪ ڀروسا ڪريء نهين ڪاهوُ سي مانگيء.

(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٢٧)

پورن سنت سدائين نشڪام ڀاو سان جيون ڪي ڀرمارٿ جي سکيا ڏيندا آهن. هوُ پنهنجي سک دک، نفعي نقصان جي پرواهه نه ڪري سچي روحانيت جي کوجين کي پرم ستيه جي واهه ڏيکاريندا آهن ۽ انهيء اپڪار جي بدلي ۾ ڪابه پيشا سويڪار ڪونه ڪندا آهن. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته سنسار جي هر جيو جو پنهنجو سڀاءُ يا ڌرم هوندو آهي جيئن ته هنس موتي کائيندو آهي، شينهن نه گاهه کائيندو آهي ۽ نه مردار کائيندو آهي. هوُ جڏهن به کائيندو آهي، پنهنجو ماريل شڪار ئي کائيندو آهي. ساڳيء طرح سنت مهاتمائون جيڪي سچي سرشٽيء جا ڪرتار آهن، انهن جا به ڪي اصول هوندا آهن، جن کي هوُ ڪڏهن به ڪونه ڇڏيندا آهن. سنتن جي سدائين اها مريادا هلندي آئي آهي ته هوُ پنهنجي حق حلال جي نيڪ ڪمائيء سي ئي گذران ڪندا آهن. سنت اهڙا هنس آهن جيڪي نام جا موتي کائيندا آهن ۽ نه مايا جي گندگي. هوُ اهڙا شينهن آهن جيڪي پرائي ڌن کي مردار سمجهي ان کي هٿ ڪونه لڳائيندا آهن. هوُ پنهنجي ذاتي سوارٿ جي واسطي ڪڏهن به ڪنهن جي اڳيان هٿ ڪونه ٽنگيندا آهن. سنت جي پنهنجي اها آد جڳاد کان هلندڙ مريادا ٽوڙين ته انهن جي سر تي ڪلنڪ يا دوش لڳندو آهي:-

هنس چڳيء نا گهو گهي، سنهه چريء نا گهاس.
سنهه چريء نا گهاس، مار ڪنجر کو کائي!

جو مردا هوئي جاءِ، تاهه کي نڪٽ نه جائي.
وي نا ڪاهه اَشتُ، رهت ڪل ڪي چل آئي؛
ڪائي ٻنا مر جاهه، داغ نا سکهن لگائي.
سنت سهن سرتاج، ڏرن ڏاري سو ڏاري؛
نئي بات جو ڪرهنءِ، ملت هئه اُنکو گاري.
پيڪهه نه مانگيءِ سنت جن، ڪهه گئي پلٽو داس؛
هنس چگيءِ نا گهو گهي، سنهه چريءِ نا گهاس.

(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٤٠)

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته سنتن وٽ سَتنام جو اهو اَموَلڪ ڌن هوندو آهي جنهن کي حاصل ڪري ڪين ڪنهن ٻئي ڌن جي ضرورت ئي ڪونه پوندي آهي. فرمائين ٿا ته مايا به نام جي داسي آهي. جيڪڏهن نام روپي خصم يعني سوامي وَس ۾ اچي وڃي ته مايا روپي داسي پنهنجو پاڻيهي وَس ۾ اچي ويندي. مايا سنتن جي پٺيان پٺيان ڦرندي آهي پر سنت کيس پاڻ کان دور ئي رکندا آهن، ڇاڪاڻ ته نام ۾ لين ٿيل سنتن کي ڪنهن ٻي شيءِ جي اِڇا ئي ڪونه رهندي آهي. اُنهن جي اندر سچو سنتوش هوندو آهي ۽ سنتوش جو ڌن جنهن وٽ به هوندو، اُن کي اَندر ئي اَندر دنيوي ڇٽيهه پرڪار جي پدارٿن کان به وڌيڪ سواد ملندو رهندو آهي. اهڙن نام جي خماريءَ ۾ رتل سنتن جي اَڳيان وڏا وڏا راجا مهاراجا هٿ جوڙي حاضري ڀريندا آهن. اهي سنتن کي اَنيڪ طرح جون سوغاتون ۽ پدارٿ ڏيڻ چاهيندا آهن پر سنت جن ڪنهن جي هڪ پائي به سويڪار ڪونه ڪندا آهن. هو مايا ڏانهن بيپرواهه هوندا آهن. سنتن وٽ چاهي هڪ ڪوڏي به نه هجي ته به هو شاهن جا شاهه هوندا آهن.

ڪوڙي گانٺ نه راکئي، هما[1] نيا مت ڪاهه.

---

١. اُتم پدارٿ. اُتم پدارٿ کائيندا آهن، اَرٿات اَندر جا روحاني آنند ماڻيندا آهن.

هما نيامت ڪاءِ، نهين ڪڇ جڳ ڪي آسا؛
ڇتيس بينجن رهي، صبر سي حاجر ڪاسا.
جي ڪر هئه ستنام، نام ڪي چيري ماها؛
جوڙو ڪهڙان جاءِ، خصم جب قيد ۾ آيا.
مايا آويءِ چلي، رئن دن مئه دريا وون؛
ستگرو داس ڪهاءِ، نهين مئن مانگن جاوون.
راجا اؤ امراو، هاٿ سب باندي آوين؛
دواري سي ڦر جائين، نهين ڦر مجرا پاوين.
جنگل ۾ منگل ڪريءِ، پلٽو بيپرواهه؛
ڪؤڙي گانٺ نه راکئي، هما نيامت ڪاءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٤٤)

جهڙيءَ طرح سنت مهاتمائون پنهنجي حق جي ڪمائيءَ جو ڌن کائيندا آهن، تهڙيءَ طرح هو گرنٿن پوٿين ۽ ويدن شاسترن مان نقل ڪيل پرمارٿ ڪونه بيان ڪندا آهن. هو هميشه پنهنجي ذاتي انڀو ۽ پنهنجي ڪمايل پرمارٿ جو پرچار ڪندا آهن. دادو صاحب جن فرمائين ٿا ته دنيا جا ماڻهو ته ٻڌل ٻڌايل ڳالهين جو ورنن ٿا ڪن پر مان ته اکين ڏٺل سچ ٿو چوان: ”دادو ديکا ديدا، سب ڪوئي ڪهت شنيدا“ ساڳيءَ طرح پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته منهنجو ڀرم جو پردو هٽي ويو آهي ۽ پرم ستيه جو ساکيات درشن ٿيو اٿم، هاڻي مونکي سچ کي لڪائي رکڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. مون جهڙيءَ طرح پرم ستيه جو ساکياتڪار ڪيو آهي، تهڙيءَ طرح ئي صاف صاف چئي ڏيندس:-

ٻوجهي بات ڪل اب پڙا، ڪيون ڪر ساچ ڇپاوون هو؛
جٿسن ديکون آنکسن پاکون، مئن نا جهوٺ ڪهاوون هو.
(ڀاڱو ٣، شبد ١١٩)

ڪيترن ٻين سنتن وانگر پلٽو صاحب جن ۾ انهيءَ ڳالهه

ڏانهن اِشارو ڪيو آهي ته ڪيئن نه هُو پرماتما ۾ ملي هڪ ٿي ويا آهن ۽ سندن ۽ پرماتما جي وچ ۾ ڪو به ڀيد ڪونه رهيو آهي. ڪبير صاحب جن به فرمايو آهي ته "رام ڪبيرا ايڪ ڀئي هئه" (آد گرنٿ، صفحو ٩٦٩). نامديو جن به فرمايو آهي ته "ناميءَ نارائن ناهين ڀيد" (آد گرنٿ، صفحو ١١٦٦).

پلٽوُ صاحب جن به ساڳي ڳالهه ٿا چون ته هُو اُن اَناديِ شڪتيءَ سان ملي هڪ ٿي چڪا آهن جيڪا آد ڪان وٺي جڳت جي ڪرتا ڌرتا رهي آهي. فرمائين ٿا ته سنت اُنهيءَ اَگم، اَناديِ منڊل جا واسي هوندا آهن، جيڪو پرلئه، مهاپرلئه کان پري ۽ مٿي آهي. اِنهيءَ درشٽيءَ سان اُهي ڪرتا جا به ڪرتا آهن. ٽنهي گڻن، پنجن تتن، برهما، وشنو، مهيش، من، مايا وغيره سڀني کي ناس ٿي وڃڻو آهي، پر سنت اُنهيءَ اَمر، اَناديِ منڊل جا واسي آهن، جيڪو ڪڏهن به ناس نه ٿيڻو آهي ۽ آد اَنت کان به پري ۽ مٿي آهي:-

آد اَنت هم هي رهي، سڀ ۾ ميرو باس.
سڀ ۾ ميرو باس، اوُر نا دوُجا ڪوئي،
برهما بشن مهيس، روپ سڀ همريءَ هوئي.
هم هي اُتپت ڪرائينه، هم هي سنهارا،
گهٽ گهٽ ۾ هم رهينه، رهينه هم سڀ سي نيارا.
پار برهم ڀگوان، اَنس همريه ڪهوائي،
هم هي سوهنگ شبد، جوت هويه سڀ ۾ آئي.
پلٽوُ ديهه ڪي ڌري سي، وي صاحب هم داس،
آد اَنت هم هي رهي، سڀ ۾ ميرو باس.
(ڀاڱو ٣، ڪنڊلي ١٧٨)

فرمائين ٿا ته سنت جن اَڪال پرش سان اَڀيد آهن ۽ اَڪال پرش سڀني ۾ وياپڪ آهي. اُهي گپت اَڪال پرش جو پرگهٽ روپ آهن. اِنهيءَ ڪري نه ڪو اَڪال پرش کان وڏو آهي ۽ نه ٿي سنتن کان:-

سنڪا ناهه ڪرڻون ڪاهُو ڪي، هم سي ٻڙهه ڪوئو ناهين هو؛
پلٽُو داس ڪوَن هٿهه دوجا، هم هي هٿهه سب ماهين هو.
( ڀاڱو ٣، شبد ١١٩ )

پلٽُو صاحب جن اِهو به اِشارو ڪيو آهي ته سنت جن نه صرف پرماتما وانگر سرو وياپڪ آهن، پر اُن وانگر نرليپ به آهن. فرمائين ٿا:-

آد اَنت هم هي رهي سب ۾ ميرو باس.
سب ۾ ميرو باس اوُر نا دوجا ڪوئي؛
..................................................
..................................................
هم هي اُنپت ڪرڻهه، ڪرڻهه هم هي سنهارا؛
گهٽ گهٽ ۾ هم رهينهه، رهين هم سب سي نيارا.
( ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٧٨ )

اهڙا پورن سنت، پرماتما وانگر نروير ۽ نرڀئه به ٿيندا آهن. اهي نه صرف سچ جي ساکيات مورت هوندا آهن پر اَصلي روحاني سچ جو پرچار ڪرڻ وقت نڊر ۽ بيپرواهه به ٿي ويندا آهن. هُو ڪنهن کي ڌڪاريندا يا ڌمڪائيندا ڪونهن پر ڪنهن کان ڊڄندا به ڪونهن. جيڪي ڪڇ به ڪين چوڻو هوندو آهي اهو نمرتا ۽ پريم سان چوندا آهن پر نڊرتا ۽ دليريءَ سان. پلٽُو صاحب جن به ڏاڍي بي خوفيءَ سان سچي روحانيت جو پرچار ڪيو. هڪ طرف ته اُنهن جيون کي پرماتما سان ملائڻ جي واسطي، پرماتما دواران رچيل اَنترمکه مارگ ڏيکاريو ته ٻئي طرف ڪين هر طرح جي ٻاهرمکي وهمن ۽ ڀرمن مان ڪڍڻ جو يتن ڪيائون. پرماتما کي حاصل ڪرڻ لاءِ شبد يا نام جو مارگ به ڏسيائون ۽ ساڳئي وقت هر قسم جي ٻاهرمکي ڪرم ڪانڊن جو زوردار کنڊن ڪيائون. پليل جيون کي سمجهايائون ته پرماتما تيرٿن ۽ مورتين ۾ ڪونه آهي

۽ اهو اُپديش ڏنائون ته جيوَ وڇارا انيڪ پرڪار جي تيرٿن ۾ ٿا ڀٽڪن ۽ انيڪ طرح جي مورتين جي پوڄا ٿا ڪن، پر مورتيون جڙ آهن ۽ تيرٿن جو جل من جي مئل کي ڌوئي ڪونه سگهندو. من کي ڌوئڻ وارو ۽ مالڪ سان ملائڻ وارو اصلي ساڌن نام يا شبد ته سنتن وٽ آهي پر جيوَ وڇارا هرهنڌ ٻاهر پيا ڀٽڪن ۽ اهڙي طرح پرمارٿ کان خالي رهجيو ٿا وڃن:-

سات پوري هم ديکيا، ديکي چارون ڌام.
ديکي چارون ڌام، سڀن مان پاٿر پاني؛
ڪرم کي بس پڙي، مُکتي کي راهه ڀلاني.
چلت چلت پگ ٿڪي، ڇين ڀئي اپني ڪايا؛
ڪام ڪروڌ نهين مٽيو، ڀٽڪ ڪر بهت نهايا.
اوپر ڌالا ڌوءِ، مئل دل بيچ سمانا؛
پاٿر ۾ گيو ڀول، سنت ڪا مرم نه جانا.
پلٽو ناحق ڀج ڀئي، سنتن ۾ هئه نام؛
سات پوري هم ديکيا، ديکي چارون ڌام.

(ڀاڱو ا، ڪنڊلي ٢٠٨)

پلٽو صاحب جن پنهنجي طرف اشارو ڪيو آهي ته تيرٿن مورتين ۾ بيحد کوج ڪيم پر ڪٿي به پريوءَ جو درشن ڪونه ٿيم. ورت به رکيم، گرنٿن ۽ شاسترن جو پاٺ به پڙهم، جوڳ به ڌاريم ۽ جپ تپ به ڪيم پر مونکي پياري پريتم جو ديدار ڪونه ٿيو. مالها به ڦيريم ۽ ڇهن شاسترن ۾ به کوجيم، پر ڪجهه به هٿ پلئه ڪونه پيو. پر جڏهن سنتن جي شرڻ ورتم ته سهج ۾ اهو پيارو مونکي ملي ويو:-

تيرٿ ۾ بهت هم کوجا، اهان تو ناهه ڪڇ پايا؛
مورت ڪو پوڄ پڇتاني، نظر ۾ ناهه ڪڇ آيا.
مٽي هم برت کي ڪرلي، بيد کو سنا چت لائي؛
جوڳ اوُ جڳت ڪر ٿاڪي، سجن کي خبر نهين پائي.

ڪيتا جپ تپ ڦير مالا، ڪوجا ڪت درس ۾ جائي؛
ڪوئي نا ڀيد ٻتلاويءِ، سڀيءِ ست سنگ گهرائي.
پڙي جب سنت ڪي دواري، سنت ني آپ سب ڪينها؛
داس پلٽوُ جهڙي پايا، گرو ڪي چرن چت لايا.
(ڀاڱو ٣، شبد ١٠٠)

پلٽوُ صاحب جن جيون کي ڀين ڀرمن مان به ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. هندوُ پنهنجي مندرن جو منهن اُڀرندي ڏانهن رکندا آهن ۽ مسلمان پنهنجي مسجدن جو منهن اُلهندي ڏانهن. اهڙيءَ طرح مسلمان قبرون بڻائيندا آهن ۽ هندوُ سماڌيون ۽ مورتيون بڻائيندا آهن. پر جڙ پدارٿن جي پوڄا يا آراڌنا وئرٿ آهي. پرماتما جنهنکي به مليو آهي اندر مان ئي مليو آهي. ٻاهران ڪڏهن ڪنهن کي ڪجهه به ڪونه مليو آهي. پلٽوُ صاحب جن بيحد سندر مثال ٿا ڏين ته جهڙيءَ طرح مٽيءَ ٻٽل گاهه ڪونه کائي سگهندو، تهڙيءَ طرح ڪنهن جڙ وستوءَ مان روحاني گيان حاصل ڪونه ٿي سگهندو:-

پورب ٺاڪر دوارا پڇم مڪا بنا،
هندوُ اؤ ترڪ دوءِ ڌائيا.
پورب مورت بني پڇم ۾ قبر هئي،
هندوُ اؤ ترڪ سر پٽڪ آيا.
مورت اؤ قبر نا بوليءِ نا کاءِ ڪڇ،
هندوُ اؤ ترڪ ڀرم کها پايا.
داس پلٽوُ ڪهه پايا تن آپ مين،
مٽي ٻٽل ني ڪب گهاس کايا.
(ڀاڱو ٢، ريختا ٨٦)

پلٽوُ صاحب جن جيون کي ديوتن پٿرن، ٻوٽن ٻوٽين وغيره جي پوڄا جي خلاف به خبردار ڪيو آهي ۽ فرمائين ٿا:-

١. ڏيو پتر سڀ جهوٽ سڪل مَن کي ڀرمنا،
ڀهي ڀرم ۾ پڙا لڳا هئہ جيون مرنا.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٠٦)

٢. ڀُوجت ڀوت ٻتنال مُوئي پر ڀوئيءَ هوئي.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٠٦)

جيون ڪي اُنهن شخصن کان ٻه ساوڌان ڪيائون جيڪي خود ته سچي گيان کان خالي يعني ڪورا آهن پر پنهنجو پاڻ کي گروءَ جي روپ ۾ ٿا پيش ڪن. سمجهائين ٿا ته اهڙا شخص پنهنجي سوارٿ جي لاءِ مت ٻڌائي جيون کان آنيڪ طرح جون شيوائون ۽ پيتائون ٿا وٺن. اُهي ”ست“ جي ذاتي انڀو کان خالي آهن ۽ سنتن مهاتمائن جي سچي ٻاڻيءَ ۾ هير ڦير ڪري اُن ۾ پنهنجي ٻاڻي جوڙي ڇڏيندا آهن. پنهنجو پاڻ کي پورن مهاتما سڏائيندا آهن، پر حقيقت ۾ اُنهن جي هٿ پلهه ڪجهه به ڪونه هوندو آهي:-

سنتن کي ٻيچ ۾ ٽيڪ رهين،
مت ٻانڌ سنسار وڃهاوئي هئہ؛
دس ٻيس شش پرموڌ ليئا،
سڀ سي وهہ گوڙ ڍراوئي هئہ.
سنتن کي ٻاڻي ڪاٽ ڪي جي،
جوڙ جوڙ ڪي آپ ٻناوئي هئہ.
پلٽوُ ڪوس چار ڪي گرد ۾ جي،
سوئي چڪروَرتي ڪهلاوئي هئہ.
(ڀاڱو ٢، جهولنا ٢١)

پلٽوُ صاحب جن ڪرم ڪانڊي پنڊتن جي به سخت آلوچنا ڪئي. برهمڻن ڏانهن اشارو ڪري فرمائين ٿا ته اي برهمڻو! توهين پنهنجي اوچي ذات جو مانُ ٿا ڪريو، پر توهان جي وهٽي ڪاسائن جهڙي آهي. پيٽ جي خاطر جيو هتيا ٿا ڪريو

۽ جيون تي ذرو بہ ترس ڪونہ ٿو اچيو. مٿي تي وڏا وڏا تلڪ لڳائي سچي ڀڳت هئڻ جو ڏيکاءُ ٿا ڪريو، پر توهانجي اصلي ورتي يا رهڻي بگلي ڀڳت وانگر آهي. رام نام کي ڇڏي بيڪار ديوي ديوتائن جي پوڄا ۾ ڦاٿا پيا آهيو. ڳائن جي ماس کي تہ پوتر ٿا سمجهو، پر گگدام ريڍن ۽ ٻڪرين جو ماس هضم ڪيو ڇڏيو. ايترو بہ ڪونہ ٿا سمجهو تہ سڀ جيو برابر آهن ۽ ڪنهن بہ طرح جو ماس کائڻ ڀاري پاپ ۽ اگيانتا جي نشاني آهي. هر ڪنهن جي اندر هڪ ئي پرماتما جو نواس آهي ۽ جيو جي بهتري انهيءَ ڳالهہ ۾ ئي آهي تہ هو هر طرح جي ماس کان پرهيز ڪري. جي توهانکي انهيءَ باري ۾ ڪو شڪ هجي تہ ڀڳوت گيتا تي چڱيءَ طرح سان وچار ڪري ڏسو:-

ڀل مت هرل تمهار پانڊي برهمنا.
سب جانن ۾ آتم رام هي ڪرٻ ڪرو ڪسائيءَ
جيو مار ڪيءَ ڪايا پوسو، تن ڪؤ درد نہ آئي.
رام نام سن جوڙي آويءَ[1]، پوڄو درگا چنڊيءَ
لمبا ٽيڪا کانڌ جنيئڙ، ٻگلا جات پکنڊي.
بڪري پيدا مڇلي کائيو، کاهي گاءِ ٻڙهائيءَ
رؤدر مانس سب ايڪيءَ پانڊي، تو توري برهمنائي.
سب گهٽ ۾ صاحب ايڪيءَ جاني، يهہ مان ڀل هٿہ توراءِ
ڀڳوت گيتا بوجهہ ٻچارؤ، پلٽو ڪرت نهورا

(ڀاڱو ٣، شبد ١٤٠)

اهڙيءَ طرح جي نڊرتا ۽ صاف گوئيءَ جو نتيجو اهو نڪتو

---

١. جوڙي يعني سرديءَ ۾ جيڪو ٻخار چڙهندو آهي. سچي نام جي ڪمائي ڪرڻ جو نالو ٻڌندي ئي توهانکي جڻ ٻخار ٿو چڙهي، پر ديوي ديوتائن جي پوڄا لاءِ تہ سدائين تيار ٿا رهو.

جو سڀني ڌرمن ۽ فرقن جا پروهت پلٽوُ صاحب جن جا دشمن ٿي ويا. جيئن جيئن ماڻهن تي پلٽوُ صاحب جن جي سچي روحانيت جو ۽ سوارٿ رهت اُپديش جو اثر پوندو ويو، تيئن تيئن ڪٽرپنٿي خود غرض انسان ۽ پنهنجو پاڻ ڪسي ڌرم جا رکوالا سڏائڻ وارا پنڊت، پروهت ۽ مولوي پلٽوُ صاحب جن جي جان جا دشمن ٿيندا ويا. پلٽوُ صاحب جن اشارو ٿا ڪيو آهي ته مان ته هندو مسلمان ٻنهي کي برابر سمجهي ٻنهي کي هڪ ئي سچ جو گيان ڏيان، پر ٻنهي ڌرمن ۾ منهنجا دشمن پيدا ٿي ويا آهن. فرمائين ٿا ته مون سچي نام جي ڀڳتيءَ جو اَهڙو مارگ هلايو آهي جو ننڍا وڏا سڀ منهنجي پٺيان پٺيان هلندا ٿا اچن. پردهه نشين عورتون به منهنجي نام جو سڏ ٻڌي ڊوڙنديون تيون اچن. جيو شبد جي نرنتر اڀياس جي ذريعي ٻنهي ڪشٽن جي قيد مان آزاد پيا ٿين ۽ اُنهن ۾ سچو وئراڳ ۽ تياڳ پيدا ٿي رهيو آهي. پيا ته سڀئي مون مان خوش آهن، پر وئراڳي، پنڊت ۽ قاضي منهنجي جان جا دشمن ٿي پيا آهن:-

اَئسي ڀڳت چلاويءِ، مچي نام ڪي ڪيچ.
مچي نام ڪي ڪيچ، بوُڙها اوُ بالا گاويءِ؛
پرديءِ ۾ جو رهيءِ، شبد سڻ روۡوت آويءِ.
ڀڳت ڪريءِ نرڌار، رهيءِ ترگڻ سي نيارا؛
آويءِ ڏيهه لتاءِ، آپ نا ڪريءِ اَهارا.
من سڀ ڪو هر ليئه، سڀن ڪو راکيءِ راضي؛
تين ڏيک ناسڪيءِ، ٻئراگي اوُ پنڊت قاضي.
پلٽوُ داس اِڪ بانيا، رهي اَوَڌ ڪي بيچ؛
اَئسي ڀڳت چلاويءِ، مچي نام ڪي ڪيچ.

(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٥٨)

سنت نسوارٿ ڀاو سان اصلي روحانيت جو پرچار ڪندا آهن ۽ ڪنهن ڪان هڪ پائي به ڪونه وٺندا آهن، پر پنڊت،

مؤلاڻي ۽ پيڪي ساڌو اُنهن کي پنهنجي رستي جي سڀ کان وڏي رڪاوٽ سمجهندا آهن، ڇو ته سنتن جي اُنترمک اُپديش سان سندن دڪانداريءَ تي برو اثر پوندو آهي. اِنهيءَ ڪري پلٽوُ صاحب جن جو ورود ڪرڻ سڀاويڪ هو. جيئن جيئن پلٽوُ صاحب جن جي ناموس ۽ مهما چئني طرف ڦهلجندي ويئي تيئن ڪٽرپنٿين جي مخالفت به وڌندي ويئي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته سڀ ويراڳي، جوڳي ۽ مهنت وغيره ڪتا ٿي منهنجو ورود ڪري رهيا آهن. اُنهن کان منهنجي ناموس برداشت ڪونه ٿي ٿئي. چون ٿا ته اسين سڀني کان وڏا مهنت آهيون پر ڪير به اسان وٽ ڪونه ٿو اچي ۽ هن ڪلهوڪي بنئي جي پنيان سڄي دنيا ڊوڙندي پيئي وڃي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته ڇئن ئي ورڻن جا جيو منهنجي ورهايل پرمارٿ جو مال لٽيندا پيا وڃن پر جوڳي، ويراڳي ۽ مهنت وغيره منهنجي جان جا دشمن ٿيا ويٺا آهن:-

سڀ ٻيراڳي ٻٽر ڪي، پلٽوُ ھم ڪيئا اَجات.
پلٽوُ ھم ڪيئا اَجات، پريوتا ديکي نه جائي؛
بانيئا کا لک ڀڳت، پوڳت پيا سڀ دنيائي.
ھم سڀ ٻڙي مهنت، تاھ کو ڪوئو نه جانيءَ؛
بانيئا ڪري ڀکنڊ، تاھ ڪوئو سڀ ڪوئو مانيءَ.
آئسي اپرشا جان، ڪوئو نا آويءَ ڪائي؛
بانيئا ڊول بجائي، رسوئي ديتا لٽائي.
مال ڀوا چار ٻرن، بانٽ ليت ڪڇ کات؛
سڀ ٻيراڳي ٻٽر ڪي، پلٽوُ ھم ڪيئا اَجات.

(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٥٥)

اِئين ڇيو وڃي تو ته پلٽوُ صاحب جن کي بيحد تنگ ڪيو ويو پر تنهن هوندي به هوءَ پوري دليريءَ سان نام جو پرچار ڪندا رهيا. جڏهن مخالفت ڪرڻ وارن جي ڪنهڙيءَ طرح

۽ ڊال نہ ڏيري تہ اُنهن هڪ ڏينهن موقعو پائي، پلٽوُ صاحب
جن جي ڪنيا ۾ آڳ لڳائي ڇڏي ۽ کين زنده جلائي ڇڏيائون.

پلٽوُ صاحب جن سان بہ اُهڙوئي سلوڪ ڪيو ويو جيڪو
سقراط، حضرت عيسيٰ، شمس تبريز، گرو اَرجن ديو ۽ گرو
تيغ بهادر جن سان ڪيو ويو. ڇو؟ صرف اِنهيءَ ڪري جو
اُنهن بہ پنهنجي سڀني سنتن وانگر دنيا کي سچ جي راهہ ڏيکارڻ
جي ڪوشش ڪئي. ڪيڏي نہ اَچرج جي ڳالهہ آهي تہ جيڪي
سنت اِنسان ذات جا سچا سڄڻ ۽ گهڻگهرا آهن ۽ جيڪي
اِنسانن جي سڀ کان وڏيڪ نشڪام شيوا ٿا ڪن، اسين اُنهن
سان اهڙيءَ طرح جو سلوڪ ٿا ڪريون.

ڌيان ڏيڻ لائق ڳالهہ آهي تہ سڀني ڌرمن جا پروهت
سنتن جي مخالفت ٿا ڪن، پر سنتن جي وڃڻ کان پوءِ اُهي
پروهت اُني سنتن جي نالي تي نوان نوان ڪرم ڪانڊ شروع
ڪري جيون کي گمراهہ ڪرڻ ۾ لڳيو وڃن. سوچيو وڃي تہ
جڏهن پورڻ سنت پرماتما جو ئي روپ آهن، جهڙيءَ طرح
ڪبير صاحب، گرو نانڪ صاحب، گرو اَرجن ديو جن، دادوُ
صاحب، پلٽوُ صاحب جن هئا، تہ اُنهن جي نہ ڪا ذات پات
۽ قوم مذهب ٿي سگهي ٿي ۽ نہ ئي اِئين ممڪن ٿي سگهي
ٿو تہ هوُ ڪنهن خاص ذات يا ڌرم کي گهڻو پيار ڪن ۽ ڪنهن
کي گهٽ. پورڻ سنتن جي سڀ کان وڏي نشاني ئي اِها آهي
تہ هوُ سمدرسي، نسوارٿ ۽ پراُپڪاري هوندا آهن.

حقيقت ۾ اُنهن جي مخالفت اِنهيءَ ڪري ڪانہ ٿي ٿئي
ڇاڪاڻ تہ سندن مارگ غلط آهي، بلڪ اُنهن جو انترمکہ مارگ
جيون جي خيال کي ٻاهر جي بناوٽي سادنن کان مٿي وٺي ٿو
وڃي. اِها ڳالهہ ڪنهن ڌرم جي پروهت کي منظور ناهي.
اِنهيءَ ڪري هر ڌرم جا پروهت چاهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان
لڙندا رهن، سنتن جي مخالفت جي وقت گڏجي هڪ ٿي ويندا

آهن . پر جھڙيءَ طرح خود غرض انسان جو پنهنجي قسم جو سڀاءُ هوندو آهي، تهڙيءَ طرح سنتن جي به پنهنجي مريادا هوندي آهي. اُهي ديا، ڪميا، سيتلتا ۽ پريم جي زنده تصوير هوندا آهن. سنسار جي اتهاس ۾ ڪڏهن به ڪنهن پورن سنت برائي ڪرڻ وارن ۽ جان وٺڻ وارن کي سراپ ڪونه ڏنو ۽ نه ئي دل ۾ ڪنهنجي لاءِ برو سوچيو. سنت گيان سروپ هوندا آهن ۽ سڀني ۾ هڪ ئي پرماتما جو نور ڏسندا آهن، انهيءَ ڪري ويري متر يعني دشمن ۽ دوست سڀني سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪندا آهن. جهڙيءَ طرح چندن مان سڳنڌ نڪرندي آهي، تهڙيءَ طرح سنتن مان پراُپڪار جي خوشبوءِ نڪرندي آهي. جيڪڏهن ڪروڙن منمک يا اُسنت مخالفت ڪن تڏهن به سنت پنهنجي سيتلتا روپي سڳنڌ جو تياڳ ڪونه ڪندا آهن. هوءُ هر طرح جا ڪشٽ سهي به گيان جي سڳنڌ هر طرف ڦهلائيندا رهندا آهن. ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:-

ڪبير سنت نه ڇاڙيءِ سنتئي جڻ ڪوٽڪ ملهه اُسنت،
مليا گر پينگم بيڌئو ته سيتلتا نه تجنت.
(آد گرنٿ، صفحو ١٣٧٣)

پلٽو صاحب جن ڪيهه جو مثال ڏيئي ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ خود مثال بڻجي اهائي ڳالهه سمجهائي ته سنت جن اهڙا اُتم پراُپڪاري آهن جيڪي خود ڪشٽ سهي به سچ جو رستو ۽ جن ڪلياڻ جي پاونا کي ڪونه تياڳيندا آهن. اَگيانتا جو شڪار ٿيل پنهنجي پليل پتڪيل سنتان جي اُڌار جي خاطر پرڀوءَ جا زنده روپ سنت ئي جي انين نه ڪندا ته بيو ڪير ڪندو؟

سنت ساما سهت هئه، جئسي سهت ڪپاس.
جئسي سهت ڪپاس، ناه چرخا ۾ اوٽيءَ،
رئي ڌر جب تميءَ، هاٿ سي دوئو نيوٽيءَ.

روم روم اَلڳاءِ، پڪڙ ڪيءِ ڏنيئا ڏوُني؛
پڻوني نهِ ڏيءِ ڪاٽ، سوُت لي جوُلها بوُني.
ڏوني پاٽي پڙ ڏري ڪندهگز مگزي ماري؛
ڏرجي ٽڪ ٽڪ ٿار، جور ڪيءِ ڪيئا تياري.
پر سوارت ڪي ڪارني، دکه سهيءِ پلٽوُ داس؛
سنت ساما سهت هٿءِ، جئسي سهت ڪپاس.

( پاڱو ١، ڪنڊلي ٢٦ )

# ڀاشا ۽ شيلي

اِن ۾ ڪو بہ سنديھہ ڪونھي تہ پلٽوُ صاحب جن هڪ
مھان سنت ڪري ٿيا آھن. سندن ڀاٽي ڪبير صاحب، دادوُ
صاحب، تڪارام وغيرہ مھان سنتن جي درجي ۾ اچي ٿي.
جيڪا روحانيت اِنھن سنتن جي ڀاٽيءَ ۾ پڙهل آھي، اُھائي
ساڳي روحانيت پلٽوُ صاحب جن جي ڀاٽيءَ ۾ بہ آھي. ڪنھن
بہ سنت جو اِھو مدورت ڪونہ هوندو آھي تہ هوُ شاعريءَ
جي ڪمال پنھنجي ڀاٽيءَ ۾ ظاهر ڪري ۽ نہ ئي پلٽوُ صاحب
جن جو اِھو مقصد هو. نہ ئي اُنھن اِئين ٿي چاهيو تہ سندن
ڪلام کي صرف دل ٻھلائڻ يا راڳ رنگ جي وستو سمجهي
وڃي. نہ ئي ڪوتا يا ڪلا ڪنھن بہ سنت جي مھانتا جو
ڪارڻ هوندي آھي. سنتن جي مھانتا تہ سندن ادڀت روحاني
انڀو جي ڪري هوندي آھي. اِن انڀو کي هوُ ڪوتا، وارتا يا
اُپديش وغيرہ جي ذريعي ڪنھن نہ ڪنھن روپ ۾ پرگھٽ
ڪندا آھن. "سادن جي وچن وارتا ۾ بہ ڪوتا هوندي آھي"[1]،
ڇو تہ اُنھن جي اصلي وڏائي شبدن جي سرلتا ۽ ڀاو جي
گنڀيرتا ۾ ئي هوندي آھي. اُنھن جو مکيہ مقصد هوندو آھي
روحانيت جو پرچار ڪرڻ. اُنھن کي ٻڌڻ وارن يا اُنھن جي
ڀاٽيءَ کي پڙهڻ وارن ۾ سادارڻ اِنسان ۽ ودوان ٻئي شامل
هوندا آھن. اِھا ڳالھہ پلٽوُ صاحب جن جي ڀاٽيءَ جي باري
۾ بہ چئي سگھجي ٿي.

پلٽوُ صاحب جن ٻين سنتن وانگر ڪنڊلين، جھولڻن،
شبد، آرل، رڪتا، ڪکھرا، بارھہ ماسا، اُلٽ باسيئا، ساکين
وغيرہ ڪوتا جي انيڪ روپن ۽ ڇندن ۾ اُتم درجي جي
ڀاٽيءَ جي رچنا ڪئي پر انيڪ ڪاويہ گڻن سان ڀرپور اِنھيءَ
ڀاٽيءَ جي اصلي مھما تہ اِنھيءَ ۾ ورنن ڪيل مھان روحاني
اُپديش جي ڪري آھي. پلٽوُ صاحب جن اِنھيءَ اُپديش کي

---

١. پورن سنگھہ.

سرل، سنڌر ۽ لوڪ پريہ ٻوليءَ سان پرگهٽ ڪيو آهي، جيئن پڙهيل ۽ اَڻ پڙهيل ٻئي آسانيءَ سان ٻاڻيءَ کي سمجهي سگهن ۽ ان مان گهڻي ۾ گهڻو لاڀ حاصل ڪري سگهن. جيئن تہ ٻاڻي ڪافي پراڻي وقت جي لکيل آهي انهيءَ ڪري سنڌي ڀاشا جي ڪجھ شبدن کي سمجهڻ ۾ شايد ڪٺنائي محسوس ٿئي، پر اُن وقت اها ڀاشا سڀني کي سولائيءَ سان سمجهہ ۾ ايندي هوندي. گهڻو ڪري پلٽو صاحب جن جي ٻاڻي ننڍي آڪار جي ڪويتا جي روپ ۾ رچيل آهي جيتوڻيڪ وڏي آڪار وارا "ڪکهرا" ۽ "بارهہ ماهہ" بہ رچيا اٿس. ڪکهرا، باون اکري وانگر آهن جنهن ۾ ڪنهن ورڻ مالا جي اکرن کي آڌار بڻائي ڪو نہ ڪو روحاني اُپديش ڏنو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح "بارهہ ماس" ۾ سال جي ٻارهن مهينن کي آڌار بڻائي هڪ هڪ جي ذريعي ڪو نہ ڪو پرمارٿي اُپديش ظاهر ڪيو ويندو آهي. پلٽو صاحب جن جي "ڪکهرا" ۽ "بارهہ ماهہ" ۾ پرمارٿ جا لڳ ڀڳ سڀيئي انگ اچي ٿا وڃن ۽ تمام سرلتا سان گنڀير روحاني وشين جو بيان ڪيو ويو آهي. "ڪکهرا" ۽ "بارهہ ماهہ" ٻئي ڳائي بہ سگهجن ٿا ۽ جن ساڌارڻ کي بيحد پيارا هوندا آهن.

اهڙيءَ طرح پلٽو صاحب جن جي رچنائن ۾ "اُلٽ باسيئان" بہ ٿيون ملن. پلٽو صاحب جن کان اڳ ڪبير صاحب جن ۽ ٻين سنتن ڪويتا جي انهيءَ روپ کي ڪافي ڪم آندو آهي. "اُلٽ باسي" جي اها خاصيت آهي تہ سرسري طور ڏسڻ سان اهي پد فضول ۽ غلط لڳندا آهن پر حقيقت ۾ انهن جي ذريعي گنڀير روحاني ڀيد سمجهايا ويندا آهن. ڪيترائي دفعا ڏٺو ويو آهي تہ انهن ۾ اهڙيون ٻاريڪ روحاني رمزون ۽ ڀيد بيان ڪيل هوندا آهن جو بنا ڪنهن پورڻ سنت ستگروءَ جي سهائتا جي انهن جي اصلي ڀاو کي سمجهي سگهڻ ناممڪن ٿي پوندو آهي.

پلٽو صاحب جن جي ٻوليءَ کي سرسري طور پڙهڻ سان
پتو ٿو لڳي ته سندن سمجهائڻ جو طريقو بيحد سادو ۽ سول
پر زوردار آهي. عام طور هو هڪ ڪنڊليءَ يا هڪ شبد
۾ ڪنهن هڪ ڀاو جو ورنن ٿا ڪن. پر انهيءَ هڪ ڀاو
يا هڪ وچار کي انيڪ ڍنگن ۽ روپن سان بيان ٿا ڪن ۽
ان جا انيڪ پهلو سامهون ٿا رکن، انيڪ اپمائون،
روپڪ ۽ نشانيون ٿا ڏسين جو پڙهڻ ۽ ٻڌڻ وارن جو چِتُ ته
من ئي لڏي ٿو وڃي. اهڙن ڀاون کي پرگهٽ ڪرڻ جي
واسطي خاص طور سان ڪنڊليءَ جو استعمال ڪيو ويو آهي.
ڪنڊليءَ ۾ اها هڪ خوبي آهي ته ان جي شروع جي سٽ
جو ڀاو ٻيءَ سٽ ۾ به جاري ٿو رهي ۽ لڳ ڀڳ پڇاڙي سٽ
ئي ٻيءَ سٽ ۾ دهرائي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح هڪ ئي
وچار کي هڪ ئي ڪنڊليءَ ۾ ٻار ٻار ڪيترن ئي ڍنگن سان
بيان ڪيو ويندو آهي ۽ اهو وچار هردي تي هڪ گهري
ڇاپ هڻي ڇڏيندو آهي. ساڳيءَ طرح "آرل" ڇند سٽن جو
هوندو آهي. پلٽو صاحب جن جي ٻوليءَ ۾ چوٿين سٽ "اري
هان پلٽو" سان شروع ٿيل آهي ۽ ان ۾ پڇاڙي سٽ واري
وچار تي خاص زور ڏنو ويو آهي.

پلٽو صاحب جن جي ٻوليءَ ۾ اهڙي ليه ۽ سهج رواني
آهي جو جيڪو به انهيءَ ٻوليءَ کي پڙهي يا ٻڌي ٿو، اهو
خود بخود ٻوليءَ ڏانهن ڇڪبو ٿو وڃي. تمام گهري ۽ گنڀير
ڳالهه کي بيحد آسان روپ ۾ بيان ڪرڻ، وڏي يا لنبي ڳالهه
کي ٿورن اکرن ۾ چوڻ، هڪ ئي ڳالهه کي انيڪ طريقن سان
بيان ڪرڻ، رهسيه رمزن کي لوڪ جيون مان ڪنيل اپمائن
۽ نشانين جي ذريعي سمجهائڻ ۽ ذاتي انڀو مان نڪتل سچائيءَ
کي بنا ڪنهن ڇل ڪپٽ جي، دليري ۽ بي خوفيءَ سان چوڻ،
اهي سڀ پلٽو صاحب جن جي ٻوليءَ جون خاصيتون آهن.
انهيءَ ٻوليءَ ۾ ڪوبه ڏکائي ۽ ڪنهن به قسم جي بناوٽ

ڪانهي. اِنهيءَ جي اندر اهڙي سيتلتا، اهڙو بل ۽ ڀروسو
آهي، جو ڪڏهن بہ اهڙي اِنسان جي ڪوتا ۾ ڪونہ ملندو
جنهنکي اَندرين روحانيت جو ذاتي انڀو ڪونهي. پلٽوُ صاحب
جن جي ٻاڻيءَ جا ٻہ مکيہ مقصد آهن- اگيانتا ۽ ڀرم جي
اندهڪاري کي دور ڪرڻ ۽ سچي گيان جو پرڪاش ڏيکارڻ.

ٻاڻيءَ ۾ پرمارٿ جو سندر، رمڻيڪ ۽ ڪلياڻڪاري ورنن
آهي ۽ اِنهيءَ ڳالهہ جو ثبوت ٿو ملي تہ هڪ پورڻ سنت
جي ڪيڏي نہ اَپار روحاني پهچ آهي ۽ ڪيتري نہ اديت
ڪاوِيہ ڪلا سان اُن روحانيت کي پيش ڪيو ويو آهي.
اِنهيءَ کري اِها ڪا حيرانيءَ جي ڳالهہ ڪونهي تہ هيترين
صديون گذرڻ ڪانپوءِ بہ ٻاڻيءَ جو سچو انڀو ۽ نرول روحانيت
اهڙي پياري ٿي لڳي. اڄ بہ اِها ٻاڻي دل جي اندر گهري
ٿي وڃي ۽ جيڪو بہ هڪ دفعو اِنهيءَ ٻاڻيءَ کي پڙهي يا
ٻڌي ٿو، اهو ٻاڻيءَ جي رچنا ڪرڻ واري کي پيار ڪرڻ
کانسواءِ رهي نٿو سگهي. پلٽوُ صاحب جن جي ٻاڻيءَ جو
هڪ هڪ لفظ انمول رتن آهي. هر ڪوتا ۾ انيڪ ڀاو ۽ انيڪ
راز ڀريا پيا آهن. جيئن جيئن ڌيان سان ٻاڻي پڙهجي ٿي،
تيئن تيئن انيڪ راز سامهون کلندا ٿا وڃن. جيڪڏهن اِنهيءَ
ٻاڻيءَ تي عمل ڪيو وڃي تہ پوءِ باقي ڇا گهرجي! سموري
ٻاڻي پيار ۽ رس سان ڀرپور آهي ۽ پلٽوُ صاحب جن جي مهانتا
کي ظاهر ٿي ڪري. اِها ٻاڻي اِنسان ذات کي نہ صرف آنند
ٿي بخشي، پر روحاني راهہ جي ياتريءَ جي رهنمائي بہ ٿي
ڪري.

# اُپديش

ٻين سڀني سنتن وانگر پلٽوُ صاحب جن جو اُپديش ٻه پيهه سادو ۽ سولو آهي. هوُ هڪ ئي پرم پتا پرماتما جا اُپاسڪ آهن ۽ اُن پڀوءَ کي ڪل ڪائنات جو ڪرتا، ڌرتا ۽ هرتا مڃين ٿا. سرشٽيءَ کي اُن پڀوءَ جي قدرت ٿا چون ۽ اُن جي ڪرتا کي رچنا جي ڪڻ ڪڻ ۾ وياپڪ ٿا ڏسن. فرمائين ٿا ته اُهو صاحب خود ڌرتي ۽ آڪاش جا کيل رچائي رهيو آهي. هوُ ترلوڪيءَ روپي ڦلواڙيءَ جو گپت مالهي آهي. هوُ خود ئي چئن کاڻين، چوڏهن لوڪن ۽ چوُراسي لکن جوڻين کي پيدا ڪرڻ وارو آهي. اِها سندس اچرج ڀري ڪلا يا ڪاريگري آهي ته سنسار اُن ۾ سمايل آهي ۽ پاڻ سنسار ۾ سمايل آهي. خود ئي سنسار جو کيل رچايو اٿس ۽ خود ئي اُن جو تماشو ڏسي رهيو آهي. اهڙي پياري پرڀُم جي قدرت بيان ڪرڻ ۽ ٻڌڻ کان نياري آهي:-

اَئسي قدرت تيري صاحب، اَئسي قدرت تيري هئه.
ڌرتي نڀ دهء پيت اُتايا، تس ۾ گهر اِڪ ڇايا هئه.
تس گهر پيتر هاٽ لگايا، لوگ تماسي آيا هئه.
تين لوڪ ڦلواري تيري، توُل رهي بن مالي هئه.
گهٽ گهٽ ٻڻنا آپهءِ سينچيءَ، ڪل پر ڪهين نه خالي هئه.
چار کاڻي اوُ پوُن چتر دس[1]، لک چوُراسي باسا هئه.
عالم توهه، توهه ۾ عالم، اَئسا عجب تماسا هئه.
نٽوا هوءِ ڪيءَ باجي لايا، آپ ئي ديکن هارا هئه.
پلٽوُ داس کهون مَٿَن ڪاسي، اَئسا يار همارا هئه.
(ڀاڱو ٣، شبد ٩)

اُهو پرماتما جيڪو سڀني جو ڪرتا آهي، سڀني ۾ براجمان

---

1. چوڏهن.

آهي، اهو ڪرتا پرش سرو وياپڪ آهي ۽ جاڻي جاڻڻهار آهي. اهو خالق سڄي ڪائنات جي ڪڻ ڪڻ ۾ رميل آهي. استري پرش، ديوي ديوتا، پشو پکي، انسان حيوان، نيڪ بد، مورک سياڻي، گرو چيلي، مطلب ته سڀني جي اندر اُن هڪ ئي پرماتما جو جلوو آهي. ڪو به استان اُن پرماتما کان خالي ڪونهي:-

صاحب آپ براجيه سڪل گهٽ، چار کاڻي بيچ راجيه.
ناري پرس ديو اؤ دانو، باغ ڦول اؤ مالي؛
هاٿي گهوڙا بيل اونٽ ۾، ڪتهون رهيه نه خالي.
مڇ ڪڇ گهڙيال اُچر چر، آڳ پوَن اؤ پاڻي؛
تيتر باج سنگهه اؤ هرنا، پورن چارء کاڻي.
گياني مورک گرو اؤ چيلا، چور ساهو پر پوَنا[1]؛
بسوا[2] بسني[3] پيڙ ڪسائي، ناهين ڪوئي گهر سوُنا.
ٻهه سرب ناسڪ[4] هنس پائي، جيو ڪيه ناس نا هوئي؛
پلٽو داس جڳت سب پوُلا، پيد نه جانيه ڪوئي.
(ڀاڱو ٣، شبد ٦)

اهو پرماتما هر گهٽ ۾ وياپڪ آهي، پر ڪنهن کي به نظر نٿو اچي. هو سڀني جي اندر اهڙيءَ طرح سان لڪل آهي جهڙيءَ طرح کير ۾ گيهه، ڦول ۾ سڳنڌ، مينديءَ ۾ لالي، ڪاٺيءَ ۾ اگني ۽ ڌرتيءَ ۾ پاڻي هوندو آهي. اگياني پرش اندر ۾ ويٺل پرماتما کي ٻاهر ڳولهيندو ٿو وتي، انهيءَ ڪري ڪيس ڪڇ به هٿ پلئه ڪونه ٿو ٿئي. جهڙيءَ طرح ٻج وڻ ۾ سمايل هوندو آهي، تهڙيءَ طرح اهو پرماتما آتما ۾ سمايل آهي. آتما پرماتما وانگر ئي اَجر، اَمر ۽ اَبناسي آهي پر مايا ۾ لپٽ ٿي چڪي آهي. آتما ايتري قدر ته مايا ۾ لپٽ ٿي چڪي آهي جو پنهنجو پاڻ کي به ڀلجي ويٺي آهي، پنهنجي

---

١. پرگڙي. ٢. وئشيا. ٣. وشٽي. ٤. ناسونت.

ڪرڻا جي ۽ کيس ڪا سڌ ٻڌ ڪونه رهي آهي ۽ انيڪ ڏکن ۾ گهيرجي وڃي آهي. جيستائين آتما مايا ڪان منهن موڙي پنهنجي اصلي گهر ڏانهن واپس ڪونه ويندي تيستائين پرماتما ڪان جدا رهندي ۽ انهيءَ جدائيءَ مان پيدا ٿيل ڏک کيس ڪونه ڇڏيندا :-

تو ۾ هئه تيرا رام ٻئراگس، ڀول گيا توهه ڏام.
گهڙو جيون رهيءَ ڏوڙ ڪي ڀيتر، مٽي بن ڪٿسي پاويءَ ؛
ڦول ماهن جيون ٻاس رهت هئه، جتن سيٽي آلڳاويءَ.
منهنديِ ماهن رهيءَ جيون لالي، ڪاٺ ۾ آگن ڇپاني ؛
ڪودي بنا نهين ڪوئي پاويءَ، جيون ڌرتي ۾ پاني.
اوکه ماهن جيون کنڊ رهت هئه'، پيڙ رهيءَ ڦل ماهين ؛
ڏيس ڏسنتر ڀونديت ڦرت هئه، گهٽ کي سڌ هئه ناهين
ڀورن برهم رهيءَ لوهي ۾، ڪيون تو ڦريءَ اُداسي ؛
پلٽو داس اُلٽ ڪيءَ لاکيءَ تو هي هئه ابناسي.
( ڀاڳو ٣، شبد ٧ )

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته اُهو پرماتما ضرور گهٽ گهٽ ۾ وياپڪ آهي، پر مايا ٻري طرح سان جيو کي ڀرمائي وڌو آهي. مايا بيحد زوراور آهي ۽ سڄي سنسار کي پنهنجي وس ۾ ڪري ڇڏيو اٿس، انهيءَ جي اڳيان ڪنهن جو به زور ڪونه ٿو هلي. مايا روپ ڦيٽي انيڪ روپ ڌاري جيو کي ڀرمايو ڇڏي. ڪڏهن ته هوءَ سون چانديءَ جو روپ ڌاريندي آهي ته ڪڏهن سندر ناريءَ جو روپ ڌاري اچي ڀرگهٽ ٿيندي آهي. سڄو سنسار هن موهنيءَ جو داس آهي. وڏا وڏا جپي تپي، جوڳي ۽ غفاني ۾ واهي جپ تپ ڪرڻ وارا ٿيا ڳي، مايا جي مار ڪان ٻچي ڪونه سگهيا. سنتن ڪانسواءِ اِها سڄي سنسار کي ڏينهن ڏني جو ٿي ڪليو ڪلاڙ لٽي ويندي آهي :-

١. جهڙيءَ طرح کمنڊ ۾ مٺاس يا کنڊ هونديِ آهي.

مايا ٻڙي ٻهادري لوُمت لها سنسار.
لوُمت لها سنسار ڪيهو ڪو مانيءِ ناهين،
تنڪ اُجر[1] جو ڪريءِ تاهہ ڪو ڪڇا ڪاهي.
ڪهون ڪنڪ ڪهون ڪامني سندر ڀيش بناويءِ،
تاڪيءِ جيڪري اور[2] نجر سي مار ڳراويءِ.
جوڳي جتي اؤ تپي ڳفا سي پڪر منگاويءِ،
ڀڇيءِ نہ ڪوئو ڀاڳہ ڍيهريءِ لوُٽا جاويءِ.
پلٽوُ ڍرپيءِ سنت سي وي مارهنءِ پڇار[3]،
مايا ٻڙي ٻهادري لوُمت لها سنسار.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ١٨٤)

مايا وانگر من بہ جيو جو زبردست دشمن آهي. اهو دشمن اندر وٺو آهي، جنهن کان ٻچي سگهڻ ڏاڍو ڪٺن آهي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا تہ من بيحد زوراور ۽ چنچل آهي. بنا پرن جي اهو پل پر ۾ هزارين ميلن جي فاصلي تي پهچيو وڃي. لکين ڪوششون ڪرڻ سان بہ اهو اندر وارو دشمن قابوءِ ۾ ڪونہ ٿو اچي:-

من نا پڪرا جاءِ ٻهادر جوان هئہ،
ڪرت رهيءِ خر ڪند[4] ٻڙا سئطان هئہ.
اَئسا ٻار حريف[5] رهت مس حلڪ[6] ۾،
اَري هان پلٽوُ اُڙتا ڪوس هجار پچ بن[7] پلڪ ۾.
(ڀاڳو ٢، اَرل ١١٦)

من شريرروپي ملڪ جو حاڪم ٻڻيو وٺو آهي. لوڀ، موهہ ان جا آگياڪاري نوڪر آهن. ڪام، ڪروڌ سندس

---

١. اَعتراض. ٢. جنهن ڏانهن. ٣. جُتي. ٤. شرارتون ڪندو ٿو رهي. ٥. دشمن. ٦. ڳلي ۾ يعني اندر ۾.
٧. بنا پرن جي.

ٻانڪا سپاهي آهن جن جي مدد سان هو ڏهن ئي دشائن ۾ پنهنجو راڄ پيو هلائي. پاپ هنجو ٽيڪس وصول ڪرڻ وارو ۽ درمت سندس خزانچي آهي. پنجن اندرين ۽ پنجويهن پرڪرتين کي اهڙي چترائي سيکاري اٿس جو ڪنهن به طرح جيو سندس چار کان ٻچي نٿو سگهي:-

ملڪ سرير ۾ پيا نواب من،
لوڀ اؤ موهه ديوان جاڪي.
آمل[1] ڏس ڊس کها فوج ڪو راکه ڪيءِ،
ڪام اؤ ڪروڌ سيپاهه[2] ٻانڪي.
پاپ تحصيل وصول هوڻ لڳي،
ڪمت خزانچي رهيءِ تاڪي.
داس پلٽوُ ڪهيءِ پانچ پچيس ڪو،
پيا اختيار بي ايمان پاڪي.
(ڀاڳو ٢، ريکتا ٧٩)

پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته من کي مارڻ انهيءَ ڪري به مشڪل آهي جو اهو سوکيم کان سوکيم آهي. من نه ته هڏن ۽ ماس جو ٺهيل آهي ۽ نه ئي سندس ڪو روپ رنگ آهي. جيڪڏهن دشمن نظر ئي نه اچي ته پڪڙجي ڪنهن ڪي؟ اهو بيحد چنچل آهي. سندس گتيءَ کي سمجهي سگهڻ بيحد مشڪل آهي. هڪ پل ۾ ته پورن وئراڳي ٻڻجي سڀ ڪجهه ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي ۽ ٻئي پل ۾ سڄي سنسار تي راڄ ڪرڻ چاهي ٿو. هڪ پل ۾ روئي ته ٻئي پل ۾ کلي. ڪنهن پل ۾ ته لکن ڪوهن جي فاصلي تي پهچيو وڃي. مطلب ته لکين ڪوششون ڪرڻ سان به من ڪونه ٿو مري:-

من ماري مرتا نهين ڪنهي ڪوٽ اپاءِ.

---

١. راڄ. ٢. سپاهي، فوجي.

کيهي ڪومت اُپاءِ نهين ڪوئي من ڪي جاڻيءِ،
من ڪي من ۾ اؤر ڪوئي جڻ من ڪي مانيءِ.
هاڙ چام نهين ماس، نهين ڪيچ روپ نه ريکا،
ڪٿسي لاڳي هاٿ، نهين ڪوئو من ڪو ديکا.
چڻ ۾ ڪٿيءِ بئراڳ، چڻيءِ ۾ هوويءِ راجا،
چڻ ۾ روويءِ هنسيءِ، چڻيءِ ۾ آپ براجا.
پلٽوُ پلڪيءِ ڀري ۾، لاکه ڪوس پر جاءِ،
من ماري مرتا نهين، ڪيهي ڪومت اُپاءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٨٢)

من ڀروپي آهي. ڪڏهن هاٿيءَ وانگر هوُميءَ يا اهنڪار ۾ پيو جهوليندو آهي ته ڪڏهن لومڙيءَ وانگر چالاڪيءَ ۽ مڪاريءَ جي چال هلندو آهي. ڪڏهن ڪانءُ وانگر گندگي پيو ڳوليندو آهي ته ڪڏهن شينهن وانگر هنسڪ ۽ زوراور ٿجي نه ڪرڻ وارا ڪم پيو ڪرائيندو آهي. من جي چالاڪين کي سمجهي سگهڻ ڪو آسان ڪم ڪونهي:-

من هستي من لومڙي، من ڪاڳ من شير،
پلٽوُ داس ساچي ڪهيءِ، من کي اٿني ڦير.
(ڀاڱو ٣، صفحو ٧٧)

من ڪمتيءَ وارو آهي. سندس ورتي ٻاهر ۽ اندرين ڏانهن آهي. چورن جو سرتاج آهي، ٺڳ وانگر ڪنور آهي ۽ شي گڻن کي تياڳي اوگڻن ڏانهن وٺي ويندو آهي:-

پلٽوُ يهه من آدم هئه، چورن سي ٻڙه چور،
گڻ تج اؤگڻ گهت هئه، تان تي ٻڙا ڪنور.
(ڀاڱو ٣، صفحو ٧٧)

من ۾ مايا ٽئي منهن زور، نيچ، ڪمت وارا ۽ ضدي ضرور آهن پر انهن کي به وس ڪرڻ جو هڪڙو اُپاءُ آهي.

اُهو اُپاءُ آهي پوري ستگروءَ جي شرڻ وٺڻ ۽ ستگروءَ جي ٻڌايل جڳتيءَ انوسار مَن کي آندر شبد يا نام سان جوڙڻ. پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته سنت ستگرو اَکال پُرش وانگر اَمر ۽ اَبناسي هوندا آهن. جڏهن اسين اُنهنجي ٻڌايل جڳتيءَ انوسار پنهنجي اَندر نام جو ڏيئو ٻاريندا سين ته آتما کي اَندر نام جو امرت پيئڻ لاءِ ملي ويندو ۽ من ۽ مايا مان اُپڄن ٿيل ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه وغيره سڀ جلي خاڪ ٿي ويندا. من مايا مان اُپڄن ٿيل اَگيان، اَوديا، ڀرم ۽ سنسن جو انڌيرو ۾ دور ٿي ويندو. گيان جو پرڪاش ٿي ويندو ۽ من روپي ڪارو نانگ وس ۾ اچي ويندو. ابناسي پرڀوءَ جو روپ سنت ستگرو ئي مَن روپي نانگ کي جهلي سندس سسي مروٽي سگهندو:-

ڪام اؤ ڪروڌ ڪو آگ بن جار ڪيءَ،
مها دل موهه مَدان ٿارا.
پاپ اؤ پن کي ڀرم ڪو چور ڪيءَ،
گگن کي بيچ اِڪ جوت ٻارا.
جيو امرت پيءَ چوئن آڪاس سي،
جگت سي ناٿيا ناگ ڪارا.
داس پلٽو ڪهي سنت سو اَمر هئي،
اُلٽ کي پکر تهون ڪال مارا.

(ڀاڱو ٢، رِيکتا ٨٩)

پورن سنت شاهن جا شاهه آهن، اُنهنجي اندر شبد جي غيبي ڌُن هر وقت وڄندي رهندي آهي. هو گيان ۽ ڌيان ۾ پورن هوندا آهن. سن منڊل جا واسي هوندا آهن. اندر پرماتما سان مليا پيا هوندا آهن. سندن سر تي رب جي نور جو ڇٽ ڇمڪندو آهي. لوڪ پرلوڪ ٻئي سندن در جا ٻڪاري هوندا آهن. جڏهن جيو ۾ اهڙي قسم جي سمرٿ پرش

جي در جو ڀڪاري ٻڌندو آهي تڏهن کيس اهڙيون خاصيتون بخشيون وينديون آهن، جيڪي جيوَ کي مايا جي مار کان بچائي وٺنديون آهن. پوءِ مَن مايا جيوَ جو وار به ونگو ڪونه ڪري سگھندا آهن:-

بادشاهه ڪا شاهه فقير هئه جي،
نؤبت غيب ڪا باجتا هئه.
گيان ڌيان ڪي فوج ڪو ساٿ ڪي جي،
صبر ڪي تخت پر گاجتا هئه.
لاهوت[1] خزانا معرفت ڪا،
سر نور ڪا ڇتر براجتا هئه.
پلٽو فقير ڪا گھر بڙا،
دين دنيا دونو ڀيک مانگتا هئه.
(پاڳو ٢، جھولنا ٨)

اَهڙو پورن سنت شبد سروپي، شبد اَپياسي مهاتما هوندو آهي. سندس لنوَ سدائين شبد سان جڙيل هوندي آهي ۽ اُن کي سهج سماڌيءَ جي اَوستا پراپت ٿيل هوندي آهي. هوُ پنهنجي شيوڪ جو ڌيان به اَندر شبد سان جوڙي ڇڏيندو آهي. جيڪڏهن شيوڪ سنت ستگروءَ جي پڌايل اُپديش تي هلندو ته اُن کي به پنهنجي ستگروءَ واري سهج سماڌيءَ جي اَوستا حاصل ٿي ويندي ۽ هوُ به مَن مايا جي سڀني وڪارن کان مڪت ٿي ويندو:-

ڌن آئيه جو گگن ڪي سو ميرا گرديئه.
سو ميرا گرديئه سيوا مئه ڪر هؤن واڪي،
سبد بر هئه غلطان[2] اَوستا اَئسي جاڪي.
نس دن دسا اَروڙ لکيه نا پڙکه پياسا،
گيان يوميي ڪي بيچ چلت هئه اَلٽي سواسا.

---

١. سن منڊل. ٢. مگن.

ٽِڪا سيتي آليت سوڌ ڦر سهج سماڌي،
پڄن ٽيل کي ڌار ساڌنا نرمل ساڌي.
پلٽوُ ٽن من وارڀي ملِيءَ جو اُنسا ڪونه،
ڌن آئيءَ جو ڳگن کي سو ميرا گردڻ.

(ڀاڱو ۱، ڪنڊلي ۵)

سنگت جو اُثر هٿڙ سڀاوڪ آهي. پلٽوُ صاحب جن سمجهائين ٿا ته سنت جن خود چندن ۽ چندرما وانگر سيتل آهن، انهيءَ ڪري جيڪو به اُنهن جي شرڻ ۾ ٿو وڃي، اُن جي هر طرح جي جلن دور ٿيو وڃي. سنت جن خود سهج اُوستا ۾ لين هوندا آهن، انهيءَ ڪري اُنهن جي شرڻ وٺڻ وارا شخص به من مايا جي چنچلتا کان مڪت ٿي ٿا وڃن. سنت جن گيان جو سروپ هوندا آهن ۽ اُنهن جي شرڻ ۾ وڃي جيو من مايا جي سيني ڀرمن ۽ اُنهن جي شرارتن کان بچي ٿو وڃي:-

سيتل چندن چندرما، تنسي سيتل سنت.
تنسي سيتل سنت، جگت کي تاپ بجهاوڻ؛
جو ڪوئي آويءَ جرت، مڌر مک بچن سناوڻ.
ڌيرج سيل سڀاوَ، ڇما نا جات بکاني؛
ڪومل اَت مرد ٻئن، بجر ڪو ڪرلي پاني.
رهن چلن مسڪان، گيان کو سکند لڳاوڻ؛
لين تاپ مٽ جاءِ، سنت کي درسن پاوڻ.
پلٽوُ جوالا اُدر کي، رهيءَ نه مٽيءَ ترنت؛
سيتل چندن چندرما، تنسي سيتل سنت.

(ڀاڱو ۱، ڪنڊلي ۲۳)

من مايا جي ڄار ۾ ڦاٿل جيون کي انهيءَ ڄار مان ڇڏائي پرماتما سان ملائي ڇڏڻ، اهوئي پورن سنتن جي ڌڻهه ڌارڻ جو اصلي مقصد هوندو آهي. پورن سنت پرماتما جو روپ

هوندا آهن، اِنهيءَ ڪري ئي پرڀوءَ واري ڪرپا ۽ دَيا ڀاوَ سنتن
۾ بہ هوندو آهي. هُو پرڀوءَ وانگر نِسوارٿ هوندا آهن ۽
پرڀوءَ وانگر ئي سمدرشي ۽ دَيالو بہ هوندا آهن. هُو چڱي
مندي، دُک سُک ۽ دشمن دوست جي دوئِت کان مٿي هوندا
آهن، اِنهيءَ ڪري هر پرڪار جا ڪشٽ سهندي بہ نندي
وڏي، دشمن دوست، مطلب تہ سڀني کي هڪجهڙو پيار
ڪندا آهن. سنت مَن ۽ مايا جي ڀيانڪ سمنڊ ۾ ڦاٿل جيون
کي پار لنگهائڻ جي واسطي سنسار ۾ ايندا آهن ۽ خود نربل
جيون جي نزديڪ پهچي ڪين پنهنجو هٿ پڪڙائي پار اُتاريندا
آهن:-

پر سوارٿ کي ڪار ني، سنت ليئا اَؤتار.
سنت ليئا اَؤتار، جگت ڪو راهہ چلاوڻ هِ
ڀگت ڪرڻ اُپديس، گيان دي نام سناوڻ هِ.
پريت بڙهاوڻ جگت ۾، ڌرتي پر ڊوليڻ هِ
ڪتنو ڪهيءِ ڪئور، ٻچن وي امرت بوليڻ هِ.
اُنکو ڪيا هِتہ چاهہ، سهت هِتہ دُک گهنيرا
جو تارن ڪي هيت، ملڪ ڦرتي بهتيرا.
پلٽو ستگرو پاءِ ڪي، داس ڀيا نرواڻ
پر سوارٿ ڪي ڪار لي، سنت ليئا اَؤتار.

(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٤)

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا تہ حقيقت ۾ تہ مَن مايا جي
جار ۾ ڦاٿل جيون کي ٻنڌنن کان مُڪت ڪرڻ لاءِ اُهو نراڪار
پرماتما خود سنت ستگروءَ جو روپ ڌارڻ ڪري سنسار ۾
ٿو اچي. سنتن جو روپ ڌاري اُهو پرماتما خود جيون کي
پنهنجي ڀڳتيءَ جو سچو رستو ڏيکارڻ جو ڪارج ٿو ڪري.
پورن ستگرن جو ٻاهران تہ سرگڻ روپ ڏسڻ ۾ ايندو آهي،
پر اندر ۾ نرگڻ سان اَڀيد هوندا آهن، اِنهيءَ ڪري هريءَ ۽
هريءَ جي جن کي ٻہ الڳ هستيون سمجهڻ ڀاري اگيانتا آهي:-

هر هر جن کو دوءِ کهيءِ، سو نر نر کيءِ جاءِ.
سو نر نر کيءِ جاءِ، هر جن هر انتر نــاهين؛
قــؤلن ۾ جيون ياس، رهيءِ هر هر جن ماهين.
سنت روپ اُوتار، آپ هر ڏر کيءِ آئي؛
يکت کريءِ اُپديس، جگت کر راهه چلائي.
اؤر ڏري اوتــار، رهــيءِ نــرگن سنجگتا؛
سنت روپ جب ڌريءِ، رهيءِ نرگن سي مکتا.
پلٽوُ هر نــارد سيتي، اهت کها سمجهاءِ؛
هر هر جن کو دوءِ کهيءِ، سو نر نر کيءِ جاءِ.
(پاڱو ۱، کنڊلي ٣٢)

پلٽوُ صاحب جن اِشارو ٿا ڪن ته مکتي يا پرڀو پراپتيءَ جو ساڌن ته نام آهي، پر نام جا داتا يا ڀنڊاري پورن سنت هوندا آهن. سنتن جو نــام سان ايــا نــام جو سنتن سان گهرو پيار آهي. نــام سنتن جي اندر پرگهٽ هوندو آهي، اِنهيءَ ڪري هوُ ٻين جيون کي به نام سان جوڙڻ جي جُڳتي سمجهائيندا آهن. پلٽوُ صاحب جــن دعوي سان ٿــا چون ته ڪو شخص ڪروڙن قسمن جا شـبـ ڪرم ڇونه ڪري، بنا ڪنهن سنت سنگروءَ جي سهائتا جي، ڪنهن کي به نام جي پراپتي ڪرڻ ٿي سگهندي. هــن سرشٽيءَ جــي سرجڻهار جــو اِهو اٽل ۽ انادي قانون آهي ته سچي نام جي ذات صرف پورن سنگروءَ سوتان ئي ملي سگهندي:-

سنت سنيهي نــام هئه نام سنيهي سنت.
نام سنيهي سنت نــام کو وهي ملاوينت،
وي هئه واقف ڪار ملن کي راهه ٻتاوينءَ.
جب لــپ ڀيرت برس ڪرائين ڀهتيرا ڪرئي،
بنا وسيلا سنت نام سي ڀيٽ نه هوئي.
ڪوٽن ڪريءِ اُپاءِ، پلڪ سگرئو سي آويءِ،

سنت دواري جاءِ نام کو گھر تب پاويءِ.
پلٽوُ يهه هئه پران پر آد سيٽي اوٗ انت[1]،
سنت سنيهي نام هئه نام سنيهي سنت.
(ڀاڱو ۱، ڪنڊلي ۱۴)

جنهن شبد يا نام جي سنت جن مهما ٿا ڪن، اهو لکڻ، پڙهڻ يا ڳالهائڻ جو مضمون ڪونهي. ڪنهن ڀاشا يا ٻوليءَ جو ڪو خاص لفظ ڪونهي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته جنهن نام جي مان مهما ڪري رهيو آهيان، ان جو ڪو به نالو ڪونه آهي. اهو نام اناميِ آهي، نرآڪار آهي ۽ رنگ روپ کان نيارو آهي. اهو نام ٻاهرين اکين سان نظر ڪونه ايندو. انکي سنت جن اندر جي غئبي اک يا دويه درشٽيءَ سان ڏسندا آهن. سنسار جي باقي هرڪا وستو ڪوڙ آهي ۽ ناسونت آهي. نام ئي هڪ سار وستو آهي، نام ئي هڪ سچ آهي. اهو ڪٿي ٻاهر ڪونه آهي. جڏهن سرت ڳگن کي چيري اندر مٿي چڙهندي آهي تڏهن ڪيس سهج سماڌيءَ جي انوکي اوستا حاصل ٿيندي آهي، انهيءَ اوستا ۾ سرت کي شبد يا نام جي پربل ڌن ٻڌڻ ۾ ايندي آهي ۽ نام جو اچرجميه پرڪاش به نظر ايندو آهي:-

جو ڪوئي چاهيءِ نام تو نام انام هئه،
لکن پڙهن ۾ ناهين نهه اڇر ڪام هئه.
روپ کهو انروپ پَوَن انريک ٿي،
اَري هان پلٽوُ، غئب درشٽي سي سنت نام وهه ديکٽي.
نام ٻور هئه گپت ڪوئو نهين جانتا،
نهه اڇر نهه روپ درست نهين آوتا.
رنڪار آڪار پَوَن ڪو ديکنا،

---

۱. هڪ پکو نيم آهي جيڪو سرشٽيءَ جي آد کان هلندو آيو آهي ۽ انت تائين هلندو رهندو.

اَري هان پلٽوُ، ديکهت هم اِڪ سنت اؤر سب پيکنا.
ڦوٽ گيا آسمان سبد کي ڌمڪ پر،
لگي گگن پر آگ سرت کي چمڪ پر،
سيس ناگ اؤ ڪمٺ لگي سب ڪانپني،
اَري هان پلٽوُ، سهج سماڌ کي دسا خبر نهين آپني.
(ڀاڱو ٢، اَرل ٢، ٣ ۽ ٤)

پلٽوُ صاحب جن اِنهيءَ سچي نام کي "نج نام" به چيو آهي. شبد يا نام کي سنسار جو ڪرتا ٿا چون ۽ اِشارو ٿا ڪن ته جيڪي ڪجهه نام پيدا ڪيو آهي اُهو ناس ٿي ويندو آهي، پر خود نام يا شبد کي ڪڏهن به ناس ڪونه ٿيندو آهي. سڄو سنسار هلڻهار آهي. بنا نام يا شبد جي دنيا جي ڪابه وستو جيوَ سان گڏ ڪونه ويندي. اِنهيءَ ڪري جيوَ کي گهرجي ته پنهنجو ڌيان هر طرف کان هٽائي صرف "نج نام" سان جوڙي:-

راکه پرواهه تو اِڪ نج نام کي،
خلق ميدان پر باند ٽاٽي.
مير اُمراوَ دن چار کي پاهنا،
ڇوڙ گهر مانهه دولت هاٿي.
پڪڙ لي سبد جن توهه پيدا ڪيا،
اؤر سب هوئنگي خاڪ ماٽي.
داس پلٽوُ ڪهي ديکه سنسار گت،
بنا نج نام نهين ڪوئي ساٿي.
(ڀاڱو ٢، ريکتا ٦)

اِنهيءَ نام کي پلٽوُ صاحب جن اهڙو "مها ديپڪ" چيو آهي جيڪو بنا ڪنهن تيل ۽ وٽ جي هرهڪ جيوَ جي اکين جي پُٺيان ٻري رهيو آهي. فرمائين ٿا ته جڏهن جيوَ پوري ستگروءَ جي ٻڌايل جڳتيءَ موجب تن، اِندرين ۽ پرڪرتين

جي اوستا کان مٿي چڙهي وشيہ وڪارن تي جيت حاصل ٿو
ڪري، تڏهن سرت پنڊ جا ڇهہ چڪر لنگهي اندر داخل ٿي
ٿئي. اُتي پهچي آتما کي اندر انيڪ چندرما، تارا ۽ سورج
نظر ايندا آهن. اِنهيءَ ديپڪ جو پرڪاش اگيانتا جي انڌيري
کي دور ڪرڻ وارو ۽ آتما کي سچي نرمل نور سان ڀرپور
ڪرڻ وارو آهي:-

گرو پورا مايءَ گيان ساڌن ڪريہ،
پڪڙ کي پانچ پچيس ماريہ.
آتما ديو هئہ پنڊ ڪا ڏئهرا،
ڪام اؤ ڪروڌ بن آگہ جاريہ.
چند اؤ سؤر تنهہ ڪوٽ تارا اُگيہ،
پران واهو سيتي نت ماريہ.
گگن کي بيچ ۾ ٽيل باتي بنا،
داس پلٽوُ مها ديپ باريہ.
(ڀاڱو ٢، ريڪتا ٢)

نام جو اِهو ڏيئو هرڪنهن جيوَ جي اندر اکين جي پنيان
”اُبتي کوهہ“ ۾ ٻري پيو. پلٽوُ صاحب جن اسانجي سر کي
”اُبتو کوهہ“ چيو آهي. کوهہ جو ترو هيٺ ٿيندو آهي، پر
اسانجي سر جو ترو مٿي آهي. فرمائين ٿا تہ اِنهيءَ اُبتي کوهہ
۾ بنا تيل ۽ بنا وٽ جي هڪ اگم جو ڏيئو نرنتر ٻري رهيو
آهي، پر بنا پوري ستگروءَ جي رهنمائيءَ جي اندر جي سن
۾ ٻرندڙ اِهو ڏيئو نظر ڪونہ ٿو اچي. اِنهيءَ ڏيئي جي جوت
مان شبد يا نام جي اگم ڌن وڃي رهي آهي. ستگروءَ جي
ٻڌايل راهہ موجب سرت کي اکين جي پنيان ايڪاگر ڪري
سن سماڌيءَ جي اوستا حاصل ڪرڻ وارو جيوُ اِنهيءَ ڏيئي
کي ڏسي بہ سگهندو ۽ پرم آنند جي داتا دوي ڌن کي
ٻڌي بہ سگهندو:-

ألٽا ڪوُٺا گگن ۾ تس ۾ جري چراغ.
تس ۾ جري چراغ، بنا روغن بن باتي؛
ڇهه رت بارهه ماس، رهت جرتي دن راتي.
ستگرو ملا جو هوء، تاهه ڪي نظر ۾ آوي؛
بن ستگرو ڪوئو هوء، نهين واڪو در ساوي.
نڪسي اِڪ آواز، چراغ ڪي جو تهن ماهين؛
گيان سماڌي سني، اؤر ڪوئو سنتا ناهين.
پلٽو جو ڪوئي سني، تاڪي پوري ڀاگ؛
ألٽا ڪوُٺا گگن ۾، تس ۾ جري چراغ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٦٩)

هاٿرس جي مشهور سنت تلسي صاحب جن به اندر جي أبتي کوهه کي آتمڪ گيان ۽ آتمڪ پرڪاش جو ڀنڊار چيو آهي:-

لکه آڪاس اوندا ڪوُٺا، هوُٺا نور ڪا بيج.
هوٺا نور ڪا بيج، جوت ۾ جهلڪ دکاوا؛
پيا پرڪاس أجار، جهلڪ آئر درساوا.
مانسروور گهاٽ باٽ، سوئي نرکه نهارا؛
سکمن لڳي سماڌ، ساڌ کر أتري پارا.
تلسي جن جن لکه ليئا، أن باندي پتي پنچ؛
لکه آڪاس اوندا ڪوُٺا، هوُٺا نور ڪا بيج.
(شبداولي ١، ڪنڊلي ١٦)

ڪبير صاحب جن به اندر جي جوت کي ”أگم جو ڏيئو“ چيو آهي جيڪو بنا تيل ۽ وٽ جي سدائين هر ڪنهن جي اندر ٻري رهيو آهي: ”ديوا بلي أگم ڪا بن باتي بن تيل.“
گرو نانڪ صاحب جن به انهيءَ جوت جي پرڪاش ۽ انهيءَ مان نڪرندڙ شبد جي أگم ڌن ڏانهن اشارو ڪيو آهي. فرمائين ٿا ته پنهنجي اندر انهيءَ پرڪاش ۽ ڌن (باڻي) کي ٻڌڻ

سان اَڪال پرش سان لنؤ لڳي ويندي آهي : ”انتر جوت نرنتر باڻي، سانچي صاحب سيءِ لِوَ لاڳي“ (آد گرنٿ، صفحو ٦٣٤). دادوُ صاحب جن فرمائين ٿا: ”انهد باجي باجيئي، امرا پـريِ نواس، جـوت سـروپي جڳمگه ڪوئي نرکيءِ نج داس.“ ڪنهن سنت مهاتما اِنکي پرڪاش ميه ڏٺ چيو آهي ته ڪنهن ڏٺ ميه پـرڪاش. پر انترمکه ابياس ڪري اَندرين روحاني منڊلن ڏانهن وڃڻ واري هر مهاتما ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ اندرئين شبد يا نام ڏانهن اِشارو ڪيو آهي. پوري ستگروءَ جي اندر اِهو پرڪاش يـا شبد پرگهٽ هوندو آهي ۽ هوُ پنهنجي شش کـي ٻه اِنهيءَ سان جوڙي ڇڏيندو آهي. روحانيت جي سادنا ۾ سنت ستگروءَ جو مول ڪارج ئي اِهو آهي ته هوُ شش جي آتما کي اندر نام جي پرڪاش يـا شبد ڏن ۾ لين ڪرڻ ۾ مدد ڪري:-

پلٽوُ جو ڪوئي ديکيءِ، جس کي سرنا ڀاڳ ।
اُلٽا ڪوُپ هئه گگن ۾، جس ۾ جـري چراغ.

(ڀاڳو ٣، ساکي: مشرت)

شبد جي ڌن سڪنڌ مان اچي رهي آهي ۽ اکين جي پٺيان گونجي رهي آهي. جڏهن ڪو شش ستگروءَ جي آگيا انوسار پنهنجي سرت کي اِنهيءَ شبد ۾ لين ڪري ڇڏي، تڏهن اُهو شبد يا نام، سرت کي پاڻ ۾ لين ڪري واپس سڪنڌ ڏانهن وٺي ٿو وڃي. اِهـا اندر جي نوراني ڌن پرم ستيه جو پرڪاش آهي. گرو امرداس جن اِنهيءَ نام يا باڻيءَ کي سهج باڻي، سکدايڪ ۽ گيان سان ڀرپور پرم ستيه چئي ورڻن ڪيو آهي. اِها باڻي هر طرح جي آشائن ترشنائن کي شانت ڪرڻ وارو امرت آهي، هر قسم جي ڀرم ۽ اگيانتا جي اندهڪري کي نـاس ڪرڻ وارو پـرڪاش آهي ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ وارو سهج سادن آهي. اِهو پـرم ميه ۽ شانتيءَ جو داتـا پوچن، ستگروءَ جي ڪرپا سان ئي ملندو آهي:-

ڀاڻ ڀوڄن ستگر تنيءَ پائي، انرس چڙکي هر رس من وسائي.
سچ سنتوکہ سهج سک باٽي، پوري گر تي پاوڻيا.
ستگر نہ سيوڪ موڪہ اُنڌ گوارا، ڦر اوءَ ڪٿهہ پائن موکہ دئارا.
مر مر جنمهہ ڦر ڦر آوهہ، جم در چوٽا کاوڻيا.
سبدي سبد جانهہ تا آپ پڇاڻهہ، نرمل باٽي سبد وکاڻهہ.
سچي سيو سدا سک پائن، نوَ ندَ نام من وساوڻيا.
(محلا ٣، صفحو ١١٥)

انهيءَ مارگہ کي پورن سنتن سرت شبد جو ميلاپ بہ چيو آهي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا تہ جڏهن مهنجي سرت شبد ۾ سمائجي وئي تڏهن مونکي پرم آنند جي پراپتي ٿي وئي ۽ آتما پرماتما ۾ اهڙي طرح سمائجي وئي، جهڙي طرح بوند ساگر ۾ سمائجي ويندي آهي. جڏهن آتما شبد ۾ لين ٿي وئي تہ من اندريون بہ وس ۾ اچي ويا، هر طرح جي بيائي يا دوبِت من مان نڪري وئي، من مايا جا سڀئي ڪشت ختم ٿي ويا ۽ آتما نرمل ٿي آواگون يعني چوراسيءَ جي چڪر مان هميشه جي لاءِ آزاد ٿي وئي:-

سرت سبد کي ملن ۾، مجهکو ڀيا آنند.
مجهکو ڀيا آنند، ملا پاني ۾ پاني؛
دوئو سي ڀاسوت نهين، مل کيءَ الگاني.
ملک ڀيا سلطنت، ملا حاکم کو راجا،
رعيت کريءَ آرام، کول کي دس دروازا.
چوٽي سکل بياد، مٽي اندريُن کي دبڌا؛
کو اَب کريءَ اُپاڌ، چوراسي مل گئي ڪنيڌا.
پلٽوُ ستگرو صاحب، ڪاٽَہ ميري بند؛
سرت سبد کي ملن ۾، مجهکو ڀيا آنند.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٨٩)

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا تہ هرهڪ جيو جي اندر هردم

شبد جي سهج ڌن وچ رهي آهي. سرت کي اُن شبد ڌن
سان جوڙڻ سان ئي من شانت ٿي ويندو آهي ۽ سرت شبد
سان ملي شبد جو روپ ٿي ويندي آهي، جيئن ته قطرو سمنڊ
۾ ملي سمنڊ جو روپ ٿي ويندو آهي. اهو سهج ڪارج
آهي، جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي ٻاهرين ڪرم جي ڪابه
ضرورت ڪانه آهي:-

١. سهجي هي ڌن هوت هئي، هردم گهٽ ڪي مانهه؛
نام رَتن اسٿر ڀيا، مک ڪي حاجت ناهه.
(ڪبير ساکي سنگرهه)

٢. سرت سبد ميلا ڀيا، گيان ڪٿت ڀيا لين؛
سرت سبد ايڪو ڀيا، جل هي هوئي گيا مين.
(ڪبير ساکي سنگرهه)

دادوءَ صاحب جن به فرمائين ٿا ته شبد ئي سڀ جو ڪرتا،
ڌرتا ۽ هرتا آهي ۽ شبد ئي روحاني اُنتيءَ، نرمل گيان ۽
نراڪار پرڀوءَ جي پراپتيءَ جو هڪ ئي سادن آهي:-

١. (دادوءَ) سبديئہ بنڌا سب رهيہ، سبديءَ سب هي جاءِ؛
سبديئہ هي سب اوپجيہ، سبديئہ سبي سماءِ.
(ڀاڱو ١، شبد ٢)

٢. (دادوءَ) سبديئہ هي سوکم ڀيا، سبديئہ سهج سمان؛
سبديئہ هي نرگڻ مليہ، سبديئہ نرمل گيان.
(ڀاڱو ١، شبد ٤)

گرو نانڪ صاحب جن به فرمايو آهي ته سچي آتمڪ سک
جي پراپتيءَ جو هڪ ئي سادن آهي ته سرت کي اندر شبد
۾ لين ڪرڻو آهي. شبد ۾ لين ٿي آتما پرم پتا پرماتما ۾ سمائجي
ويندي آهي ۽ اُن جي اندر سچو سک ۽ سچي شانتي پيدا
ٿي ويندي آهي. هن سنسار ۾ من ۽ اندرين کي وس ۾

ڪرڻ جو ۽ سچي سک کي حاصل ڪرڻ جو نه ٻيو ڪو ساڌن يا رستو آهي ۽ نه ئي ڪنهن ساڌن جي باري ۾ سوچڻ جي ضرورت ئي آهي:-

رام نام من بيڌ ٿا اَور ڪ ڪري وچار،
سبد سرت سک اوپجيءَ پرڀ راتا سک سار.

(مهلا ١، صفحو ٦٢)

حقيقت ۾ سرت کي اندر شبد سان جوڙڻ، اهوئي سنتن جي روحاني اُپديش جو سار آهي. انهيءَ ڪري ئي سنتن جي مارگ کي شبد يوگ مارگ يا سرت شبد يوگ به چيو ويندو آهي. تلسي صاحب جن ”گهٽ رامائڻ“ ۾ فرمائين ٿا ته سڀني سنتن جو مارگ اهوئي آهي ته سرت کي شبد ۾ لين ڪري پرم پد جي پراپتي ڪريو:-

سرت مليءَ سبد ۾ جائي، يه سڀ سنتن پنٿ ٻتائي.

پلٽو صاحب جن سرت شبد مارگ جو هن ريت ٿا بيان ڪن ته اهو اهڙو قدرتي ۽ سهج ساڌن آهي جنهن ۾ ڪنهن به بناوٽي ڪرم ڪانڊ واسطي ڪا به جڳهه ڪونهي. فرمائين ٿا ته جڏهن اندر شبد جو جهرڻو نڪري نروار ٿيندو آهي ته جيو کي روحاني ترقيءَ جي لاءِ ئي ڪنهن ساڌن جي ضرورت ڪونه رهندي آهي. انجي اندر شبد جي جوت پرگهٽ ٿي ويندي آهي ۽ ڪيس سهج سماڌيءَ جي اها انوکي اوستا ملي ويندي آهي جنهن ۾ آتما جي مٿان چڙهيل دوئيت يا ٻيائيءَ جا سڀ پردا هٽي ويندا آهن ۽ آتما هميشه جي واسطي شبد يا پرماتما ۾ سمائجي ويندي آهي:-

جوگ جگت آسن نهين، ساڌن نهين ڀيک.
ساڌن نهين ڀيک، ساڌن سڀ ڪيءَ ڇوڙنا؛
لاگي سهج سماڌ، سبد ٻرهمانڊ ۾ ڦوڙنا.

کنچن ٽنڪ هوءِ، ٽيل ڦل لاڳي ڏارا؛
جوت نرنتر ٻريءَ، دسو دس پيا اُجيارا.
گيان ڌيان سڀ ڇُوٽ، ڇُوٽ سنجم چترائي؛
تن کي سڌ گئي ٻسر، اَرُوڙ اوستا آئي.
پلٽوُ مٺ ڀڄن پيا، رهي نه دوجي ٽيڪ؛
جوڳ جڳت آسن نهين، ساڌن نهين ٻيڪ.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٩٠)

پلٽوُ صاحب جن ٻئي هنڌ فرمائين ٿا:-

سرت سهاڳڻ الٽ ڪيءِ ملي سبد ۾ جاءِ.
ملي سبد ۾ جاءِ ڪنت کو بس ۾ ڪينها،
چليءَ نه سو ڪيءِ جور جاءِ جب سڪتي ليٺها.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٢٢٦)

پرڀوءَ جي انهيءَ مڪتي داتا شڪتيءَ کي ئي سنتن رام نام به چيو آهي. سنتن جو رام، ڪيشو، ماڌو، مراري ۽ گسائين يا ٻيو ڪو اتهاسڪ شخص ڪونهي بلڪ اهو نرآڪار پرماتما يا رام نام آهي جيڪو رچنا جي ڪڻ ڪڻ ۾ وياپڪ آهي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته شبد، نام يا رام نام جو ورڻن سڄو سنسار ٿو ڪري، پر جنهن نام کي سنت جن سرو شڪتيمان، سرو وياپڪ، سرو گياتا، آنند روپ، سهج روپ ۽ گيان روپ ٿا چون، اُن نام کي حاصل ڪرڻ ڪو آسان ڪونهي. انهيءَ رام نام جي پراپتي ڪنهن ورلي گرمک کي ٿيندي آهي، جيڪو هر طرح جي آشا ترشنا ۽ هؤميءَ ممتا کي ماري پنهنجي ڌيان کي شرير مان ڪڍي اندر جي "گگن غفا" ۾ ڪٺي ٿو اچي. اهڙو گرمک ستگروءَ جي ڪرپا سان سنسار جي طرف سمهي ٿو پوي ۽ اندر ڏانهن جاڳي ٿو اٿي. اُن کي سماڌيءَ جي اها نهچل اوستا پراپت ٿيو وڃي جنهن ۾ اندريون ۽ پنجرهن پرڪرتين کي پار ڪري اندر شبد يا

نام سان ميلاپ ٿيو وڃي. انهيءَ اوستا ۾ پهچي ٿي ڪايا ڪلپ ڪرڻ وارو سچو نام ٿو ملي. پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته اُنهيءَ شبد، نام يا باڻيءَ جو رس چوڻ يا ٻڌڻ جي وستو ڪونهي، پر انڀو جي وستو آهي:-

نام نام سڀ ڪهت هئن، نام نه پايا ڪوءِ.
نام نه پايا ڪوءِ، نام ڪي گت هئن نياري؛
وهي شخص ڪو مليءِ، جنهون ني آسا ماري.
هؤن ڪو ڪريءِ خوس، هوش ناڻن ڪو راکيءِ؛
گگن گفا ڪي بيچ، پيالا پريم ڪا چاکيءِ.
ڀريءِ ڀوک پياس، جاءِ من رنگ ۾ لاگيءِ؛
پانچ پچيس رهي وار، سنگ ۾ سوئو ڀاگيءِ.
آپئي رهيءِ اڪيل، ٻوليءِ ٻهه مٺي باني؛
سنتيءِ اَب وهه ٻيءِ، ڪها مٺن ڪهون بکاني.
پلٽوُ گرو پرتاپ ٿين، رهيءِ جگت ۾ سوءِ؛
نام نام سڀ ڪهت هئن، نام نه پايا ڪوءِ.

(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١١)

جنهن کي پلٽوُ صاحب جن اندر جو "گگن" يا "گگن گفا" چيو آهي، اُن کي ٿي "ڪايا جي ڪاشي" به چيو اٿن. جڏهن جيو سمرن ۽ ڌيان جي مدد سان اندر ٿو پهچي تڏهن هوُ اندر جي ڪاشيءَ ۾ پهچي ٿو وڃي، جتي ڪيس ستگروءَ جي نوري سروپ جو درشن ٿيندو آهي. پوءِ ڪيس اها سوجهي پوندي آهي ته ستگرو سدائين اندر سندس هر طرح سان سهائتا ۽ سنڀال ڪري رهيو آهي: "ستگرو اُهوان بسيءِ، جهان ڪايا ڪي ڪاسي" (ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٩٧). پر ڪايا جي ڪاشيءَ ۾ رهندڙ ستگروءَ سان ميلاپ تڏهن ٿيندو آهي جڏهن جيو پهريان شريرن يا اندرين کي ساڌي ۽ اُنهن کي ستگروءَ جي شيوا ۾ لڳائي.

ستگروءَ جي سيوا ڪهڙي آهي؟ من ۽ آتما کي هن سنسار ۽ شرير مان ڪڍي اکين جي پُتلين کٽي اچڻ ۽ من کي اِسٿر ڪري اندر جي پرم لت سان جوڙڻ. جڏهن جيو اهڙي طرح جي ڀڳتي يوگ جي ساڌنا ٿو ڪري ته اُن جي اندر اهڙو سچو وئراڳ ٿو جاڳي، جنهن ۾ هنا گهر ٻار ڇڏڻ جي، ۽ ٻنا قوم، مذهب، ملڪ، ويس وغيره بدلائڻ جي، گهر ويٺي ئي نام يا پرماتما جي ٻاري ۾ پورن گيان مليو وڃي:-

ڀلي داسا تن ڪريه، سو ٻئراڳ پرمان.
سو ٻئراڳ پرمان، سهوا ساڌن کي ڪيجيه؛
تب ڇوڙيه سنسار، ٻوجهه گهر هي ۾ ليجيه.
ڪاڍيه رس رس گوڙ، ڪڇڪ دن ڦري اُداسي؛
ستگر اُهوان بسيه، جهان ڪايا کي ڪاسي.
آسن سي درڙ هوه، گهٽاويه نيند اهارا؛
ڪام ڪروڌ ڪو مار، لتو ڪا ڪريءَ بچارا.
ڀگت جوگ کي پيچي، پلٽو اُپجيه گيان؛
ڀلي داسا تن ڪريه، سو ٻئراڳ پرمان.

(ڀاڱو ۱، ڪنڊلي ۹۷)

اندرين "ڀنور غفا" يا "ڪايا جي ڪاشي"، جنهن کي سنتن مهاتمائن، تل، تيسرا تل، شو نيتر، موکه دئار، گهر در وغيره انيڪ نالن سان ياد ڪيو آهي، اُتي پهچي آتما جو اندروني روحاني سفر شروع ٿي ويندو آهي. آتما اندر شبد جي ڏوريءَ کي پڪڙي اندروني منزلن مان لنگهندي نج گهر ڏانهن وڌندي ويندي آهي. نج گهر کي ئي سنتن نج نام، پرم پد يا سچکنڊ وغيره چيو آهي. نج گهر جي راهه ۾ آتما کي انيڪ روحاني نظارا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. آتما کي من، مايا ۽ ڪال جي انيڪ رڪاوٽن کي به پار ڪرڻو پوندو آهي. آخر سڀني منزلن پار ڪندي آتما شبد جي ذريعي ست لوڪ

روحي ساگر ۾ پهچي هميشه جي واسطي اُن ساگر ۾ ملي هڪ ٿي ويندي آهي. ٻلهُو صاحب جن اِنهيءَ سموري ساڌنا جو وهسيه ٻڌائو ورنن هن ريت ٿا ڪن :-

جوڳ ڪو ڀاءُ ڪيءَ جڳت ڪو ڏياءُ ڪيءِ،
گيان اَر ڌيان اِڪ گهاٽ ڪرنا.

اَسي سنگم مهڻءِ ڪڙڪ ٻجلي چٽيءِ،
اُسي ڪي سمس پر سرت ڌرنا.

سهس ڪوٽ اُونچ هٿ ٻيچ ۾ ٻان هٿ،
سانپڻي پڪڙ ڪي بور مرنا.

سهس گنجار ۾ پرملي[1] جهال هٿ،
جهل مل اُلٽ ڪي ڀؤن ڀرنا.

سنکني ڊنکني سور سب ڪرينگي،
سور سن اُهان سي نانهه ٽرنا.

ٻنڪ پهاڙ ۾ سانڪري گٽل هٿ،
گلي ڪي ڪنڌ ڪي ٻيچ جهرنا.

حد انهد ڪي ٻيچ ۾ جهنگلا،
سمهه ڪو ديک ڪي نانهه ڊرنا.

ڪرمني ندي پٿ ڀرمني ٽال هٿ،
ٽال ڪي ٻيچ ۾ رهتا آرنا.

چؤڪ سي نڪر ڪيءِ جاءِ باهر هٿا،
لٽ ڪو پڪڙ ڪيون ٻٽ رهنا.

سانورين محل پر لٽ ڪا جال هٿ،
لٽ ڪي جال سي ٽرت ڦرنا.

---

١. چندن وانگر سڳند ڀريل.

آٺون محل ۾ کهڪها ديوال[1] هئہ،
ديوال کو جهانڪ ڪي ڪوُد پڙنا.
داس پلٽوُ ڪيہ چوڙ من ڪسمسي،
پنٿ درياو ديدار ڪرنا.
(ڀاڱو ٢، ريکتا ٦٨)

پلٽوُ صاحب جن جيڪو اهو روحاني ياترا جو ورنن ڪيو آهي، لڳ ڀڳ اهڙو ئي بيان ڪبير صاحب جن جي شبد "ڪر نئنون ديدار محل ۾ پيارا هئہ" (سنتن جي باڻي، صفحو ١٧٠)، بيڻي صاحب جن جي شبد "اڙا پنگلا اوُر سکمنا" (آد گرنٿ، صفحو ٩٧٤) ۽ گرو نانڪ صاحب جن جي شبد "ڪايا نگر نگر گڙهہ اندر" (آد گرنٿ، صفحو ١٠٣٣) ۾ به ملي ٿو ۽ اها ڄاڻ به پوي ٿي تہ سڀني شبد مارگي پورن سنتن پنهنجي پنهنجي ٻوليءَ سان ساڳيو ئي اندرئين سفر جو حال ورنن ڪيو آهي ۽ هڪ ئي پرم سچ جي پراپتيءَ جو مارگ ڏسيو اٿن.

پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا تہ سنت ستگرو موهہ مايا جي ڄار ۾ ڦاٿل جيون کي پرم ستيہ جو گيان ڏيڻ لاءِ ئي ايندا آهن پر اڀاڳا جيو ٻيا تہ اُنهن تي ڀروسو ئي ڪونہ ڪندا آهن ۽ جي ٿورو گهڻو ڀروسو ايندو بہ اٿن تہ تن من سان اُنهنجي ڏسيل مارگ جي ساڌنا ڪونہ ڪندا آهن. دنيادار جيون جو جهڪاءُ اندرين جي ڀوڳن جي چاهنا ڏانهن هوندو آهي ۽

---

١. چين ۽ عرب ديش جي لوڪ ڪٿائن ۾ هڪ ديوار ۽ ڪڙڪيءَ يعني دريءَ جو ذڪر آهي، جنهن مان نهارڻ سان پرستان نظر ايندو آهي ۽ نهارڻ وارو خوشيءَ وچان وس کان ٻاهر ٿي ٽپو ڏيندو آهي ۽ غائب ٿي ويندو آهي. پلٽوُ صاحب جن جو اشارو اُنامي لوڪ (اٺين لوڪ) جي مارگ واريءَ دريءَ ڏانهن آهي.

اُنهن کي نام روپي املهه هيري جو قدر ڪونه هوندو آهي. ڪو به شخص اِنهيءَ املهه پدارٿ جي قيمت ڏيڻ لاءِ تيار ڪونهي. جيئن، جن جي ورتي ۾ سنساري آهي، اُنهن کي نام روپي امرت ڪَوڙو لڳندو آهي ۽ نام کان ڀڄندا آهن. ڀروڳي ولاس روپي روٽي کائڻ وارو شخص نام روپي هيرو کائڻ پسند ڪونه ڪندو آهي. پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته ستگرو ته سچو حڪيم آهي پر ڪير به اُنهيءَ ڏنل دوا کائڻ لاءِ تيار ڪونهي. ستگرو ته چندن وانگر سڳنڌ سان ڀريل آهي، پر دنيادار اهڙي بانس جي وڻ وانگر آهي جيڪو چندن جي پاسي ۾ رهندو آهي تڏهن به اُن تي چندن جي خوشبوءِ جو ڪو به اثر ڪونه پوندو آهي. ستگرو ته پارس آهي پر جيو روپي لوهه تي ڪَٽُ آهي جو ته اُن تي پارس جي سنگت جو ڪو به اثر ڪونه ٿو پوي. پلٽو صاحب جن اِشارو ڪن ٿا ته اُهي جيو ئي ستگروءَ وٽان نام روپي املهه ڌن حاصل ڪري ٿا سگهن جيڪي تن، من ۽ ڌن جو پيار ڇڏي جيئري ئي مرڻ لاءِ تيار ٿين ٿا وچن :-

ستگرو سڀ ڪو ديت هئه، ليتا ناهين ڪوءِ.
ليتا ناهين ڪوءِ، سڀس ڪو ڌريه اُتاري؛
وهي سڪس ڪو مليه، مريه ڪي ڪريه تياري.
ڪڙو بهت ست نام، دکهت ڪيه ڀريه سرڪا؛
روٽي کاوَن هار، کائيگا ڪيون ڪر هيرا[1].
اندا هوويه نيڪ[2]، بئد ڪا پت[3] جو کاويه؛
مليا گر کي باس، بانس ۾ نهين سماويه.

---

۱. اِئين چيو ويندو آهي ته هيرو کائڻ سان موت ٿيندو آهي. پلٽو صاحب جن جو اِشارو آهي ته نام جي اڀياس ۾ سنسار ڏانهن مرڻو پوندو آهي، پر اِندرين جي ڀوڳن جو غلام جيو اِئين ڪرڻ کان گهٻرائيندو آهي. ۲. نيڪ. ۳. دوا.

پلٽو پارس ڪيا ڪريءِ، جو لوها ڪوئنا هوءِ؛
ستگرو سڀ ڪو ديت هئه، ليتا ناهين ڪوءِ
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٨٧)

شاسترن ۾ انيڪ پرڪارن جي مڪتيءَ جو ورنن آهي پر پورڻ سنتن، جيون جي سامهون سڀ کان اُتم مڪتيءَ جو آدرش رکيو آهي، جنهن کي "جيون مڪتيءَ" جو نالو ڏنو اٿن. اها مڪتي خود جيئري ملندي ۽ تڏهن ملندي جڏهن هُو پورن ستگروءَ جي هدايت جڳتيءَ جي مطابق سمرن ڪري ۽ ڌيان جي مدد سان سرت کي شرير مان ڪڍي اندر شبد ۾ لين ڪندو. سنت نامديو جن فرمائين ٿا ته پنڊت مرڻ کانپوءِ مڪتي ڏيڻ جو واعدو ڪندا آهن، پر جيڪا مڪتي اسانکي جيئري ئي ملي سگهي اهائي اعتبار ڪرڻ جوڳي آهي، مرڻ کانپوءِ ملڻ واري مڪتيءَ جو ڪهڙو اعتبار؟:-

مُئي هُئي جئه ڏيهگي مڪت نه جانيءَ ڪوئلا.
(آد گرنٿ، صفحو ١٢٩٢)

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته گيان ڌيان جي سهائتا سان من کي وس ۾ ڪري جيئري ئي مڪتي حاصل ڪرڻ گهرجي:-

مڪتي مڪت سڀ ڪوچهت، مڪتي ڪهو ڪنهه پائيئي جي؛
مڪتي ڪي هات اؤ پانو نهين، ڪس ڀانت سيتي دکلائيئي جي.
گيان ڌيان کي بات ٻُجهيئي، يا من ڪو خوب سمجهائيئي جي؛
پلٽو مُئي پر ڪن ڏيکا، جيوت هي مڪت هو جائيئي جي.
(ڀاڱو ٢، جهولنا ٥٣)

جيڪي شخص هر طرح جي ٻين ڪرمن ۽ ڌرمن مان من کي ڪڍي ستگروءَ جي شرڻ ۾ پڪا ٿا رهن ۽ پنهنجي چت کي نام سان جوڙي ٿا رکن، اُنهن کي جيئري ئي مڪت ٿيڻ جي اُتم گتي حاصل ٿي ٿئي:-

ڪرم ڌرم سڀ ڇاڙ ڪيءِ پري سرن ۾ آءِ،
پلٽوُ مٽن جيئنتي مؤئا نام پروسا پاءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٥٤)

جيون مڪت ٿيڻ جي واسطي جيئري ئي مرڻ جي ڄاڻ هئڻ کپي. پورن سنتن جي فرمان مطابق جيئري ئي مرڻ جو مطلب آهي سمرن ۽ ڌيان جي مدد سان آتما کي شرير جي نون دوارن مان سميٽي شو نيتر يا ٽئين تل ۾ ايڪاگر ڪرڻ. پلٽوُ صاحب جن ڪيترن ئي هنڌن تي جيو کي ”جيئنت مريءَ“ جي تاڪيد ڪئي آهي ۽ انهيءَ اوستا کي سچو تياڳ به ٿا چون ڇو ته انهيءَ طريقي سان آتما من ۽ اندرين کان ورڪت يا اُداس ٿي نرليپ ٿي ويندي آهي. فرمائين ٿا:-

جيئنتيءَ مرنا ڀلا هئہ، نانهه ڀلا ٻيراڳ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٠٦)

اهڙيءَ طرح جيئري ئي مرڻ سان جيوُ ڀوساگر مان پار ٿي ويندو آهي ۽ هميشه جي واسطي سهج اوستا ۾ پهچي ويندو آهي:-

مرتي مرتي سب مري، مري نه جانا ڪوءِ،
پلٽوُ جو جيئنتي مري، سهج پرائن هوءِ.
(ڀاڱو ٣، ساکي ٩٩)

پر جيڪي انسان اگيانتا جي وس ۾ اچي ائين سمجهندا ٿا رهن ته اسين شڀ ڪرمن جي مدد سان مڪتي حاصل ڪري وٺنداسين، اُهي هن ڀوساگر ۾ غوطا کائيندا رهندا. ٻين پورن سنتن وانگر پلٽوُ صاحب جن به جيو کي خبردار ڪيو آهي ته پڃ ۽ پاپ ٻئي جيو کي چوراسيءَ جي چڪر ۾ ٻڌڻ وارا ٻنڌن آهن. پڃ ڪرڻ وارن کي پڃن جو ڦل ماڻڻ واسطي سنسار ۾ اچڻو پوندو آهي ۽ پاپ ڪرڻ وارن کي پاپن جو

برو ڦل ڀوڳڻ جي واسطي دنيا ۾ جنم وٺڻو پوندو آهي. مطلب ته هر طرح جا ڪرم ٻنڌنن ۾ ٻڌڻ وارا آهن. جيستائين هي جيو ٻج ۽ پاپ ٻنهي جي حدن کي پار ڪري شبد جي ڀروسي تي ڌڻين دوار ۾ نٿو پهچي ۽ بيشمار جنمن جي ڪرمن جي مٽل کي نٿو ڌوئي، تيستائين هو ڪڏهن به جنم مرڻ جي ٻنڌنن کان آزاد ڪونه ٿي سگهندو:-

پن جو ڪريء سو پن پاء هيء،
پن سي چڙن مرت لوڪ آويء.
ڪرم ڪو جيو سو سدا ڪرميء مهينء،
جنم اؤ مرن ڦر ڪرم پاويء.
پڙا وهء رهيء چؤراسي ڪي ڦير ۾،
چؤراسي ڪو ڇوڙ وهء ڪهان جاويء.
داس پلٽو ڪهيء دئار دسوان ڪمري،
راهه ۾ جاء سو مڪتي پاويء.
(ڀاڱو ٢، ريکتا ٤٥)

نام يا شبد جي ڏوريءَ کي پڪڙي ڌڻين دئار ۾ پهچڻ جي جڳتي سنت ستگروءَ وٽان ئي ملندي آهي. پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته تقدير جي لڪٽي کي مٽائڻ، چؤراسيءَ جي ٻنڌنن کي ٽوڙڻ ۽ پرماتما سان ملائڻ جي شڪتي صرف سنتن ۾ ئي هوندي آهي، انهيءَ ڪري سنتن جي شرڻ مضبوطيءَ سان پڪڙڻ کپي:-

داس پلٽو ڪهيء سنت ڪي سرن ۾،
لکا نصيب کو ميٽ ڊالا. (ڀاڱو ٢، ريکتا ٢٣)

پورن سنتن جي سنگت ۾ وهڻ سان ئي نام جو ڀيد ملندو آهي، نام جي ڪمائي ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيندو آهي ۽ آتما من مايا جا ٻنڌن ٽوڙي نج گهر ڏانهن وڃڻ جي لائق بڻجندي آهي. انهيءَ ڪري پلٽو صاحب جن سادن جي سنگت

سنت شرڻ ۽ سچي ستسنگ تي بيحد زور ڏنو آهي. فرمائين ٿا ته بنا ستسنگ جي نه من مايا مان ڇوٽڪارو ملندو آهي ۽ نه ئي ڀرمن جو انڌيرو دور ٿيندو آهي:-

١. بنا ستسنگ نا ڇوٽيه مايا. (ڀاڱو ٢، ريکتا ٢٢)
٢. بنا ستسنگ نا ڀرم جائي. (ڀاڱو ٢، ريکتا ١٢)

فرمائين ٿا ته اسين جهڙي قسم جي سنگت ۾ رهنداسين، اهڙا ئي بڻجنداسين. چندن سان گڏ وڻ سان زهريلو نانگ به سيتل ٿيڻ لڳندو آهي. گيانين جي سنگت ۾ رهڻ سان مورک ڪنهن ڏينهن ودوان بڻجي ويندو آهي. گلن جي سڳنڌ سان ترن جو تيل به سڳنڌ ڀريو ٿي ويندو آهي. پارس کي ڇهڻ سان لوهه به سون بڻجي ويندو آهي ۽ ٿڌي هوا ملڻ سان ڪنول ڪمند ۾ به پنگر پيدا ٿيڻ لڳندو آهي. ساڳيءَ طرح سنتن جي سنگت ۾ رهڻ وارا نيچن کان نيچ انسان به شريرڪ، مانسڪ ۽ اڌياتمڪ روڳن کان مڪت ٿي ويندا آهن. سندن درمت يا من مت دور ٿي ويندي آهي ۽ هو گرمکتا جي اوستا ۾ پهچي پرماتما سان ملڻ جي قابل ٿي ويندا آهن:-

١. مليا[1] کي پرسنگ سي سيتل هووت سانپ.
سيتل هووت سانپ، تاپ کو ترت بجهائي؛
سنگت کي پرڀاو، سيتلتا وا ۾ آئي.
مورک گياني هوءِ، جاءِ گياني ۾ بيٺيءِ؛
ڦوُل الگ کا الگ، باسنا تل ۾ پيٺيءِ.
ڪنچن لوها هوءِ، جهان پارس ڇئي جائي؛
پلٽيءِ اُکنا ڪاٺ، جهان اُن سرديءِ پائي.
پلٽوُ سنگت ڪيئي سي، مٽتي تينئن تاپ؛
مليا کي پرسنگ سي، سيتل هووت سانپ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٨٠)

---

١. چندن.

٢. جو جو ڳا ستسنگ ۾، سو سو ٻڳرا جاءِ.
سو سو ٻڳرا جاءِ، ڦـوُل سنگ تيل ٻساڻاءِ
گياني کي سنگ پرا، گيان مورک ني جاڻا.
پارس کي پرسنگ، ٻگڙ گـا لوها جائي
لوها سي پا ڪنڪ، آپني جات گنوائي.
سلتا ڳٽي هـٺ ٻگـڙ، ملي گنگا ۾ جـائي
مليا کي پرسنگ، ڪاٺ چندن کهوائي.
پلٽوُ ڪاڳ سي هنس پا، اوُر ڪاڳ پڇتائي
جو جو ڳا ستسنگ ۾، سو سو ٻڳرا جائي.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٨٥)

اهـڙو خوشقسمت جيوُ سنتن وانگر ئي مـن، مايا، ڪال ۽ آواگمن جي دکن کان مڪت ٿي پرم سک جو ڀاڳيدار بڻجي ويندو آهي:-

سنتن سنگ آنند پرم سک.
جي ڪري سنگت گيان هوت هـٺ، مٽت سڪل دک دونڊ
اُنکي نڪٽ ڪال نهين آويءَ، نـوُمت جـات جـم ڦـند.
(ڀاڱو ٣، شبد ٢٠)

اِهو نيڪ آهي تہ سنتن جي سنگت ۾ گيان ۽ نام تہ ملي ۽ نام جي سادنا سان مڪتي تہ ملي، پر جيستائين من ۾ پرام جو ڏيئو ڪونہ ٻرندو، جيتوُ جو انڌڪار دور ڪونہ ٿي سگهندو. سچو پرام ۽ سچي ڀڳتي، سچي برهم ۽ سچو ويراڳ پريو پراپتيءَ جو مها منتر آهي. پلٽوُ صاحب جن جـي جيون ورتانت مان اِهو ظاهر آهي تہ اُنهن هر طرح جي ٻـاهرمکي ڪرم ڪانڊ، پنج دان، تيرٿ ورت، جپ تپ، پوجا پاٺ ۽ گيان ڌيان جي جڳهہ تي شبد يا نام جي انترمکہ سادنا کي ئي سچي ڀڳتيءَ

---

١. هتي "ٻڳڙا" اکر سڌريل جي ارٿ ۾ ڪم ۾ آندو ويو آهي.

جو درجو ڏنو ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنائون ته شبد يا نام سان پريم ڪرڻ ئي پرماتما سان پريم ڪرڻ آهي.

سنتن شبد يا نام جي ساڌنا کي پريم مارگ يا ڀڳتي مارگ به چيو آهي. اهڙي ساڌنا ڪرڻ وارو پريمي پرماتما کي پرماتما جي خاطر ئي پيار ڪندو آهي. اهڙو پريمي نه سنسار جي دکن جي ڊپ کان ۽ نه ئي دنيوي خواهشون پوريون ڪرڻ جي خاطر، اُن پياري پريتم جي ڀڳتي ڪندو آهي. اُن جي هردي ۾ نه پريتم جي جدائيءَ جو تير چڀندو رهندو آهي ۽ جدائيءَ جي پيڙا ۾ هو تڙڦندو رهندو آهي:-

پريم بان جاکي لگا سو جانيگا پير.

(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٦٧)

اُنهيءَ پريميءَ کي پنهنجي پريتم کانسواءِ ڀير ڪجهه به مٺو ڪونه لڳندو آهي ۽ اُن جو پريتم کانسواءِ زندهه رهڻ ئي مشڪل ٿي پوندو آهي. هو پل پل ۽ کن کن پريتم جي ديدار جي واسطي تڙڦندو رهندو آهي:-

اَمان ميرا دل لگا، مجهه سي رها نه جاءِ.
مجهه سي رها نه جاءِ، بنا صاحب کو ديکي؛
جان تصدق[1] ڪرُون، لگيءِ صاحب کي ليکي.
مجهه کو پيا هئه روگ، جائيگا جيوَ همارا؛
اِکر دارُو نهي، مليءِ جو پريتم پيارا.
پڙا پريم جنجال، ذڪر[2] سيني ۾ لاڳي؛
مَن گر پڙي بيهوش، لوک کي لڄا ڀاڳي.
پلٽوُ سنگرو بند بن، ڪوُن سکيءِ سمجهاءِ؛
اَمان ميرا دل لگا، مجهه سي رها نه جاءِ.

(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٦٣)

---

١. قربان. ٢. سمرن.

اهڙو پريمي، پريتم جي سچي پريم، اُنجي سچي ڀڳتي، سچي پوڄا ۽ آرادنا کانسواءِ ٻئي ڪنهن به ساڌن ڏانهن ڪونه نهاريندو. کيس اها خبر آهي ته هٺ يوگ ۽ پراڻايام آدي اُنهن ساڌنن ۾ فقط ڪايا کي ڏکي ڪرڻ سان، سندس پريتم پرسن ڪونه ٿيندو. هُو هر طرح جي ٻاهرين ساڌنن کي تياڳي سچيءَ دل سان پريتم سان پيار ڪندو آهي ۽ شبد يا نام جي سهائتا سان اندر پياري جو ديدار ڪرڻ جو يتن ڪندو آهي:-

اِڪ ڀڳت مين جانون، اؤر جهوٺ سب باٽ.
اؤر جهوٺ سب باٽ، ڪريءَ هٺ جوگ اناڙي؛
ڀرهم دوش وهه ليءَ، ڪايا ڪو راکيءَ جاري.
پران ڪريءَ آيام، ڪوئي ڦر مدرا ساڌيءَ؛
ڌوتي نيتي ڪريءَ، ڪوئي ليءَ سواسا باندِيءَ.
آنمن لاويءَ ڌيان، ڪريءَ چؤراسي آسن؛
ڪوئي ساکي شبد، ڪوئي تپ ڪس ڪيءَ ڀاسن.
پلٽو سب پرپنچ هئه، ڪريءَ سو ڦر پڇتاٽ؛
اِڪ ڀڳت مين جانون، اؤر جهوٺ سب باٽ.

(ڀاڱو ا، ڪنڊلي ٥٦)

پلٽو صاحب جن بيحد سندر ڍنگ سان سمجهايو آهي ته اُن سرو سمرٿ پرماتما کي ڪنهن به ٻي شيءِ جي ضرورت ڪونه آهي. هُو نه صرف ڀڳتي، پيار ۽ عشق سان خوش ٿيندو آهي. پريم، ڀڳتي ۽ عشق ئي اُهو پروانو يا پاسپورٽ آهي جيڪو مالڪ جي درگاهه ۾ داخل ڪرائيندو آهي. پلٽو صاحب جن اتهاس مان مثال ٿا ڏين ته رامچندر جي مهاراج جن، جپ تپ، پوڄا پاٺ ۽ گيان ڌيان جي اهنڪار جي ماريل رشين منين وٽ وڃڻ جي بدران سچي پيار ۾ مگن، نيچ ذات جي ساڌارڻ ڀڏيءَ واري ڀيلڻيءَ وٽ وڃي جوٺا ٻير کائڻ وڌيڪ بهتر سمجهيو. پرماتما جپ تپ، پوڄا پاٺ،

پيچ دان ۽ گيان ڌيان سان نه، بلڪ سچي ڀڳتي، پيار ۽ عشق سان رجهندو آهي. دريوڌن کي پنهنجي اوچي ڪل ۽ راڄ پاٽ جو ايمان هو، پر ڀڳوان ڪرشن هن جي محلن کي ڇڏي غريب ودر جي جهوپڙيءَ ۾ وڃي ۽ سندس غريباڻو ڀوڄن پريم سان سويڪار ڪيو. ساڳيءَ طرح پرماتما اهڙي هردي تي ديا ڪندو آهي جيڪو سچي پريم ۽ سچي نمرتا سان ڀريل هوندو آهي. پانڊون جڏهن سچي شردا ۽ نمرتا سان نيچ ذات جي ڀر سچي پريم ڀڳت سپچ کي پرسن ڪيو تڏهن ئي سندن يڳيه سڦل ٿيو. مطلب ته اُن پرماتما کي راضي ڪرڻ لاءِ سچو پريم ۽ ڀڳتي ئي گهرجي:-

صاحب کي دربار ۾، ڪيول ڀڳت پيار.
ڪيول ڀڳت پيار، صاحب ڀڳتي ۾ راجي؛
تجا سڪل پڪوان، ليئتا داسي ست ڀاجي.
جپ تپ نيم آچار، ڪريءَ بهتيرا ڪوئي؛
ڪائي سبري کي بير، مؤئي سب رسي مني روئي.
ڪيا يڌشٽر يڳ، بٽورا سڪل سماجا؛
مردا سب ڪا مان، سپچ بن گهنٽ نه باجا.
پلٽوُ اونچي جات ڪو، جن ڪوئو ڪريءَ اهنڪار؛
صاحب کي دربار ۾، ڪيول ڀڳت پيار
(ڀاڱو ا، ڪنڊلي ٢١٨)

اِنهيءَ جو اِهو مطلب ڪونهي ته پريم ڪرڻ ڪو اهڙو آسان آهي. پريم جو مارگ بيحد سوکيم ۽ ڪٺن آهي. اِنهيءَ مارگ ۾ سڀ ڪڇ ارپڻ ڪرڻو آهي: ”سيس اُتاري هاٿ سي سهج عاسقي ناهه“ (ڀاڱو ا، ڪنڊلي ٦٤). عاشق ٻڌڻ جو خيال اُهوئي ڪري جيڪو پنهنجن هٿن سان پنهنجي قبر کوٽي سگهي يعني جيئري ئي مرڻ سگهي. عاشق اُهو ٻڌجي جيڪو ڏينهن رات جاڳندو رهي يعني جنهنجي لنوَ، جنهنجو ڌيان سدائين پريتم جي چرن ڪملن ۾ لڳو رهي:-

پهلي قبر کُداءِ عاشق تب هوُ جيئي،
سر پر ڪفن باند ڀانو تب ڏجئي.
عاشق ڪو دن رات ناهين هئه سووَنا،
اَري هان پلٽوُ بي دردي ماسوُق درد ڪب ڪووَنا.
(ڀاڱو ٢، اَرل ٥٤)

پورن سنت ستگرو پرماتما جو روپ هوندو آهي، اِنهيءَ ڪري ٻين سنتن وانگر پلٽوُ صاحب جن به پرماتما جي پريت کي ساڳيو درجو ڏنو آهي. فرمائين ٿا ته ستگروءَ سان اهڙي پريت هئڻ گهرجي جهڙي مڇليءَ جي جل سان هوندي آهي:-

جل اؤ مين سمان، گرو سي پريت جو ڪيجيءِ.
جل سي بڇڙيءِ تنڪ اِڪ جو، ڇوڙ ديت هئه پران،
مين ڪهينءِ ليءِ ڇير ۾ راکيءِ، جل بن هئه حيران[1].
جو ڪڇ هئه جو مين جل هئه، جل کي هات بڪان،
پلٽوُ داس پريت ڪريءِ اَسي، پريت سوئي پرمان.
(ڀاڱو ٣، شبد ٤٨)

اِنهيءَ پريت جي راز کي کوليندي پلٽوُ صاحب جن فرمائين ٿا ته مان ستگروءَ جو زرخريد ٻانهو آهيان. مفت ۾ ئي گروءَ جي هٿن ۾ وڪامي ويو آهيان. منهنجي اندر سدائين ستگروءَ جي پيار جي مستي ڇانيل رهندي آهي. اُن جي جدائيءَ ۾ مونکي کائڻ پيئڻ، سمهڻ، ڪجهه به مٺو نٿو لڳي. گروءَ جي ديدار جي واسطي مون "گگن گفا" جي "ڪنج گليءَ" (ڏهون دوار، تيسرا تل) ۾ وڃي ڏيرو ڄمايو آهي، ڇو ته اُتي ئي منهنجي پريتم جو اصلي ٽڪاڻو آهي. مان سهس دل ڪمل مان لنگهندو، مانسروور، اَمرتسر يا ڏهين دوار ۾ وڃي پهتو

---

١. مڇليءَ کي کير ۾ ڪڻي رکجي، تڏهن به ڪيس ڏيرج ڪونه ايندو ۽ پاڻيءَ کانسواءِ تڙڦندي رهندي.

آهيان. شبد يا نام جي امرت جي مستي سدائين منهنجي من ۾ ڇانئي ٿي رهي. اها حالت اَڄ ڏي ٻهر جاري آهي.

هن ڪتاب اڳ ۾ ذڪر آيو آهي ته سنتن جي سچي پيار ۽ سچي ڀڳتيءَ جو مطلب ئي اهو آهي ته شبد يا نام ۾ لين ٿي اهم ڀاو ختم ڪري ڇڏجي ته آتما، دوئيت جو پردو هٽائي هميشه جي واسطي شبد ۾ سمائجي وڃي. شبد يا نام جي ڀڳتي سچي پريم کي جنم ڏيندي آهي ۽ ڀڳتي، شبد يا نام جي رنگ کي پڪو ڪندي آهي:-

پريم ديوانا من ڀار، گرو ڪي هاٿ بڪانا.
نس دن لهر اُٺت اَپ انتر، بسرا ڀيدا ڪانا.
گگن گفا ۾ ڪُنج گلي هئه، تيهه ۾ جاءِ سمانا.
سهس ڪمل دل مانسروور، تيهه بيچ ڀنور لپانا.
پلٽو داس اَمل بن اَملي، آٺ پهر مستانا.
(ڀاڱو ٣، شبد ٤٩)

اهڙي پريت جڏهن هڪ دفعو لڳي ويندي آهي ته اُنهيءَ جو مجيٺي رنگ ڪڏهن به هلڪو ڪونه ٿيندو آهي. جيڪڏهن هڪ دفعو من، شرير ۽ آتما اُنهيءَ رنگ ۾ رنگجي وڃن ته پوءِ چاهي شرير ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي تڏهن به اهو رنگ ڪونه لهندو:-

پلٽو اَيسي پريت ڪر، جيون مجيٺ ڪا رنگ،
ٽڪ ٽڪ ڪپڙا اُڙيءَ، رنگ نه ڇوڙيءَ سنگ.
(ڀاڱو ٣، ساکي ٢٤)

اِنهن مکيه وشين کانسواءِ پلٽو صاحب جن ٻي به ڪيتري ڀاڱي گنڀير ڀاون سان پريم، روحانيت ۽ سداچار جي سنبنڌ ۾ لکي. اِهي وشيه گڏ ڪري پلٽو صاحب جن جي پستڪ جي ٽنهي ڀاڱن ۾ ڏنا ويا آهن ۽ جگياسن جي لاڀ جي واسطي هر هڪ سنهي مضمون جي وشين جي ٿوري ٿوري وياکيا ڪئي وئي آهي.

# ڪل مالڪ پرماتما

ٻين سنتن مهاتمائن وانگر اڪال پرک پرماتما ۾ وشواس ۽ اُن لاءِ پيار ۽ اُن جي پراپتيءَ جي ڪوشش پلٽو صاحب جن جي باڻيءَ جو آڌار آهي.

پلٽو صاحب جن اُنهيءَ پرماتما جي ايڪ گڻن جو ورنن ڪيو آهي. اُنهيءَ پرماتما کي سرو شڪتيمان، سرو گياتا ۽ سرو وياپڪ چيو اٿن. اهو پرڀو سڀني جو آد ۽ انت آهي ۽ سڀ جو ڪرتا آهي. اهوئي سڀني جي سار سنڀال ڪرڻ وارو آهي. هيءُ سنسار اُنهيءَ جي لاءِ کيل جو ميدان، ليلا يا بازي آهي. هُو انوکو جادوگر آهي ۽ اڪتا ۾ انيڪتا جو کيل رچائي ويٺو آهي. هُو سموري رچنا جو سرجڻهار آهي ۽ خود ئي رچنا جي ڪڻ ڪڻ ۾ سمايو پيو آهي، پر ساڳئي وقت رچنا کان نرليپ به آهي. هُو الک ۽ اگم آهي ۽ جتي هُو آهي اُتي ٻيو ڪير به ڪونهي. اهو نرآڪار پرم پتا پنجن تتن، ستن سرڳن، چنڊ سورج، برهما، وشنو، مهيش وغيره سڀني کان پري آهي.

سڄي ڪائنات اُنهيءَ پرماتما جي حڪم ۾ ئي هلي. اُن پرماتما جي اِڇا ۽ دِيا مهر سان ئي جيو کي پرماتما سان ملڻ جو سؤڀاڳيه حاصل ٿو ٿئي.

سنت، پرماتما جو پرگهٽ روپ آهن. سنتن ۽ پرماتما ۾ ڪو به ڀيد ڪونهي. اهو پرماتما خود سنتن جو روپ ڌارڻ ڪري جيون جي اُڌار لاءِ هن سنسار ۾ ٿو اچي. هُو خود ئي جيون جي هردي ۾ پنهنجي ملڻ لاءِ پيار ۽ تڙپ پيدا ٿو ڪري ۽ خود ئي ڪين پاڻ سان ملڻ جي راهه به ٿو ڏيکاري.

اُنهيءَ پرماتما جو پرڪاش رچنا جي ڪڻ ڪڻ ۾ سمايو پيو آهي. ڪا به جڳهه سندس نور کان خالي ڪونه آهي. چئن ئي کاڻين، چوڏهن ڀَوَنن، چوراسي لک جوڻين، سڀني ۾ اُن

هڪڙي ئي پرڀوءَ جو پرڪاش آهي. اهوئي پرماتما هندن
جي اندر سمايل آهي ۽ اهوئي ساڳيو ئي پرماتما سکن ۽ عيسائين
جي اندر به آهي.

پلٽوُ صاحب جن پيار ۾ اچي انهيءَ پرماتما کي گهڻن ئي
نالن سان ياد ڪيو آهي، جيئن ته صاحب، جڳديش، رام،
هري، گوبند، جڳننات، خدا، رب، رحيم، ڪريم وغيره.
انهن نالن سان پلٽوُ صاحب جن جو مطلب ڪنهن خاص اوتار
يا پيغمبر وغيره جي لاءِ ڪونهي پر اهي نالا کل پرماتما،
نرآڪار، نرليپ ۽ سرو وياپڪ پرڀوءَ جي لاءِ ڪم ۾ آندا ويا
آهن.

سڀ ديوي ديوتا، ڪال ۽ مايا وغيره انهيءَ پرماتما جي
اڌين آهن. اهي سڀ انهيءَ پرماتما ئي پيدا ڪيا آهن ۽
سندس گهر جا داس آهن. سڀ پرماتما جي بڻايل رچنا جا
انگ آهن ۽ رچنا وانگر ئي جنم مرڻ جي بندنن ۾ ڦاٿل آهن.
انهن جي پوڄا ڪرڻ وارا جيو ڪڏهن به چوراسيءَ جي چڪر
مان آزاد ڪونه ٿي سگهندا. صرف اهي جيو جيڪي هڪ
نهچل، اڏول ۽ ابناسي پرڀوءَ يا اُن جي پرگهٽ ۽ زنده
سروپ سنت ستگرن جي سيوا ٿا ڪن، رچنا جي مها جار کي
ٽوڙي واپس پنهنجي نج گهر يا اصلي گهر ۾ پهچي سگهندا.

اهو پرڀو هر هڪ جي اندر آهي ۽ نزديڪ کان نزديڪ
آهي. اسانکي کپي ته انهيءَ پرماتما کي پنهنجي اندر ۾ ئي
ڳولهيون. ٻاهر تيرٿن، سرووَرن، ندين، مندرن، مسجدن،
ٺاڪردوارن، گرنٿن، پوٿين ۽ شاسترن ۾ پرماتما جي تلاش
ڪرڻ بيڪار آهي. اهو مالڪ جنهنکي به مليو آهي، پنهنجي
ئي اندر مليو آهي ۽ جنهنکي ملندو، اندر ئي ملندو.

پلٽوُ صاحب جن آتما ۽ پرماتما جي رشتي تي به ڪافي
روشني وڌي آهي. فرمائين ٿا ته جهڙيءَ طرح ڦل جو سنبنڌ

ٻج سان، لهر جو پاڻيءَ سان، زيورن جو سون سان آهي.
تهڙيءَ طرح آتما کي به پرماتما کان الڳ ڪونه ڪري سگهبو.
آتما پرماتما ۾ ۽ پرماتما آتما ۾ سمايل آهي، انهيءَ ڪري آتما
به انهيءَ امر ابناسي پرڀوءَ وانگر اجر امر آهي. آتما جا سڀ
دک انهيءَ ڪري آهن جو انهيءَ اڇل، ابناسي ۽ آنند روپ
پرڀوءَ کان وڇڙيل آهي. منش ديهي حاصل ڪرڻ جو مکيه
مقصد ئي اهو آهي ته آتما پنهنجو پاڻ سڃاڻي ۽ پنهنجي پرم
پتا پرماتما ۾ سمائجي اُن جو روپ ٿي وڃي:-

ايسي قدرت تيري صاحب، ايسي قدرت تيري هَئي.
ڌرتي نير دءِ پيت اُٺايا، تس ۾ گهٽ اِڪ ڇايا هَئي.
تس پيتر هامت لڳايا، لوڳ تماسي آيا هَئي.
تين لوڳ ڦلواري تيري، ڦوُل رهي بن مالي هَئي.
گهٽ گهٽ ٻتنا آپهه سيڃيءَ، تل ڀر ڪهين نه خالي هَئي.
چار کان اَؤ ڀوَن چتر دس، لک چوُراسي ٻاسا هَئي.
عالم توهه توهه ۾ عالم، ايسا عجب تماسا هَئي.
نٽوا هوءِ ڪيءِ ٻاجي لايا، آپهه ڏيکڻ هارا هَئي.
پلٽوُ داس ڪهوُن مين ڪاسي، ايسا يار همارا هَئي.
(ڀاڳو ٣، شبد ٩)

ڪوٽ هَئي ٻسنوُ جهان ڪوٽ سوَ ڪُڙي هَئي،
ڪوٽ برهما تهان ڪتيبءِ باني.
ڪوٽ ديوي جهان کڙي هَئي چيريان،
ڪوٽ ڦن سهس نا مرم جاني.
ڪوٽ آڪاس پاتال ڦر ڪوٽ هَئي،
ڪوٽ برهمانڊ سوُ ڪوٽ گياني.
داس پلٽوُ ڪهيءِ ٻڙي دربار ۾،
اِندر هَئي ڪوٽ تهان ڀرءِ پاني.
(ڀاڳو ٢، ريڪتا ٨)

سات هوُ سرگ اَپبرگ کي پار ۾،

جهان مڻ رهون نا پوَن پاڻي.

چاند نا سوُر نا رات نا ڏوَس هئہ،

اُهان کي مرم نا بيد جاڻي.

گيان نا ڌيان نا برهما نہ بسنوُ هئہ،

پهنچ نا سکي کوئو برهم گياني.

داس پلٽوُ کهيء ايک هي ايک هئہ،

دوسرا نهين کوئو راو راني.

(پاگو ٢، ريکتا ٧٥)

پورن برهم رهيء گهٽ ۾، ست ٽيرٿ کانن[1] کوجن جائي.
کيٽ پتنگ رهي ڀر پورن، کهه تل ايک نہ هوت جداهي.
نئن ڌيو هر ڏيکن کو، پلٽوُ سب ۾ پريو ڏيٺ ڏکائي.
ٻونديت انڌ گرنٿ ۾، لک کا گنج ۾ کهون رام لکائي.
(پاگو ٢، کوت ١)

پورب ۾ رام هئہ پڇم خدايہ هئہ،

اُتر اوُ ڏکن کهو ڪوُن رهتا.

صاحب وَهہ کهان هئہ کهان ڦر نهين هئہ،

هندوُ اوُر ترک طوفان کرتا.

هندوُ اوُ ترک مل پري هئہ کشمڪش[2] ۾،

آپني ورگہ[3] دونو ڏين بهتا.

داس پلٽوُ کهيء صاحب سب ۾ رهيء،

جدا نا ڌنک مڻ ساچ کهتا.

(پاگو ٢، ريکتا ١٠)

---

١. جهنگل.
٢. کينچاتاڻي، ڇڪتاڻ.
٣. فرقا يعني پنهنجي ڌرم پنهنجو ٻاڙ کي چڱو ٿا سمجهن.

نجر مهينه سڀ ڪي پڙيه ڪوئو ڏيکيه ناهين.
ڪوئو ڏيکيه ناهين سيس پيه سڀ ڪي ڇاجيه،
پورن برهم اکنڊ سڪل گهٽ آپ وراجيه.
ڏوسيه ڦريه پلان رهيه نرگن مهن ماتا،
ڏيک ڏيک ديه چاڙ پنڊت پهن[1] ڀوڄن جاتا.
ڀولا سڀ سنسار ڀيد نهين جانيه واڪي،
ڏيکت هٿ اڪ سنت گيان ڪي ڏيٺي[2] جاڪي.
پلٽو خالي ڪهون ناهه پرگٽ هٿ جگه مانهه،
نجر مهين سڀ ڪي پڙيه ڪوئو ڏيکيه ناهين.
(پاڱو ١، ڪنڊلي ٩٦)

جل سي اُٺت ترنگ هٿ جل هي مانهه سماهه.
جل هي مانهه سماهه سوئي هري سوئي مايا،
اُر جها بيد پران نهين ڪاهوُ سرجهايا.
ڦول مهيه جيون باس ڪاٺ ۾ آگ ڇپائي،
ڏوڌ مهيه گهٿ رهيه نير گهٽ مانهه لکائي.
جو نرگن سو سرگن اوُر نه دوجا ڪوئي،
دوجا جو ڪوئي ڪهيه تاهه ڪو پاتڪ هوئي.
پلٽو جيوَ اوُر برهم سي ڀيد نهين اُلگاهه،
جل سي اُٺت ترنگ هٿ جل هي مانهه سماهه.
(پاڱو ١، ڪنڊلي ١٧٦)

جوئي جيوَ سوئي برهم ايڪ هٿ، ڏرشٽي اپاني ڇرما.
جوَ سي جاءِ برهم تب هوتا، جوَ بن برهم نه هوئي ۔
ڦل ۾ بيج بيج ۾ ڦل هٿ، اَوَر نه دوجا ڪوئي.
نير ۾ لهر لهر ۾ پاني، ڪٿي ڪيه اُلگاويه ۔
ڇايا ۾ پرس، پرس ۾ ڇايا، ده ڪهوان سي پاويه.
اَڇر[3] ۾ مسي[4]، مسي ۾ اَڇر، ده ڪهوان سي ڪهي ۔

---

١. پٿر. ٢. ڏرشٽي، نگاهه. ٣. اکر. ٤. مس، سياهي.

گھٽا ڪنڪ[1]، ڪنڪ ۾ گھٽا، سمجھ چپ ڪر رهيي.
جيو ۾ برهم، برهم ۾ جيو هئه، گيان سماڌي ۾ سوجهيءِ؛
مائي ۾ گھڙا، گھڙا ۾ مائي، پلٽو داس ٻون ٻوجهيءِ.
(ڀاڳو ٣، شبد ٩٢)

جگنات جگديس جگه ۾ بياپ رها.
چار کان ۾ لک چؤراسي، اؤر نه ڪوئي دوجا؛
آپه ٺاڪر آپه سيوڪ، ڪرت آپني پوجا.
آپ ئي داتا آپ ئي منگتا، آپ ئي جوگي ڀوگي؛
آپ ئي بسوا[2]، آپ ئي بسني[3]، آپ ٻند آپ روگي.
برهما بسنو مهيس آپ ئي، سر نر مني هوء آيا؛
آپ هي برهم نروبر گاويه، آپ هي پرڀرت مايا.
آپ ئي ڪارن آپ ئي ڪارج، بسوروپ[4] درسايا؛
پلٽو داس درشت تب آويه، سنت ڪريه جب دايا.
(ڀاڳو ٣، شبد ١٠)

صاحب صاحب ڪيا ڪريه صاحب تيري پاس.
صاحب تيري پاس ياد ڪر هوويه حاجر،
اندر ڏس ڪيه[5] ديک مليڪا صاحب نادر.
مان مني هو فنا[6] نور تب نجر ۾ آويه،
برقا[7] ڍاريه ٺار خدا باخد[8] دکراويه.
روح ڪريه ميراج[9] ڪفر کا ڪول ڪلابا[10]،
ليسو روجا رهيه اندر ۾ سات رکابا[11].

---

١. سون. ٢. ولشيا. ٣. وشيه ڀوڳ ڪرڻ وارو.
٤. سنسار. ٥. اندر وڃي. ٦. من ۽ مايا کي ناس ڪر.
٧. گھونگھٽ. ٨. پنهنجو پاڻيهي. ٩. چڙهائي.
١٠. ٻنڌن. ١١. سنت روحاني منڊل.

لامڪان[1] ۾ رب ڪو پاويءِ پلٽوُ داس،
صاحب صاحب ڪيا ڪريءِ صاحب تيري پاس.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٩٣)

دل ۾ آويءِ ھٿ نجر اُس مالڪ ڪا نور.
اُس مالڪ ڪا نور ڪھان ڪو ڍونڍن جاويءِ،
سب ۾ ڀرپور سمان درس گھر ٻٺني پاويءِ.
ڌرتي نڀ جل پوَن تيھي ڪا سڪل پسارا،
چنڊ سُورج ڪي گانٺ سڪل گھٽ تاڪر دئارا.
تل ڀر ناھ ڪھين جھان نھين سرجن ھارا،
وو ھي آويءِ نجر قُرا[2] وشواس ھمارا.
پلٽوُ نيري[3] ساچ ڪي جھوٽي سي ھٿ دور،
دل ۾ آويءِ ھٿ نجر اُس مالڪ ڪا نور.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٩٤)

ڪيون تو ڦريءِ ڀلاني جوگن، پيء ڪو مرم نہ جاني.
اَپني پيء ڪو کوجن نڪري، ھٿ تو چتر سياني!
ڪنت ۾ مالا ڪوجيءِ باھر، اُجھوُن ليءِ پھچاني.
مرگ ڪي ناڀ مھين ڪستوري، واڪو ٻاس ٻساني!
کوجت ڦريءِ نھين وھ پاويءِ، ھوس نہ ڪريءِ اَيانِي.
لڙڪا رھيءِ بغل ۾ تيري، سھر ڍول دئي ڇاني!
خصم رھيءِ پلنا پر سوُتا، پيء پيء ڪريءِ دواني.
ساچا ستگرو کوج جانہ تو، دياونت ست گياني!
پلٽوُ داس پيا پاوَنگي، ليھ بچن ڪو ماني.
(ڀاڱو ٣، شبد ٨)

---

١. انامي. ھتي سمجھائين ٿا تہ سنت روحاني منڊلن کي پار ڪري انھين استان تي انامي‌ءَ سان مليا پيا ھوندا آھن.
٢. سچو، پڪو.
٣. ويجھو، نزديڪ.

هم ني يهه بات تحقيق[1] كيا،
سب مِ صاحب ڀرپور هئه جي.
اپني سمجهه گيان کيءِ پاني،
کيا نيري کيا دور هئه جي.
غافل کي اور سي سوئي گيا،
چيتن کو حال حضور هئه جي.
پلٽو اس بات کو نهين مانيءِ،
تس کي منهن مِ پڙيءِ ڌوڙ هئه جي.
(ڀاڱو ٢، جهولنا ٧)

جو گيا صاحب کو کوجني کو،
سو آپني گيا هيراءِ هئه جي.
سمندر کي بيچ مِ بوند پرا،
اُسي مِ گيا سماءِ هئه جي.
پاني لهر لهر پاني،
کو بيد سکيءِ الگاءِ هئه جي.
پلٽو حرف[2] مسي[3] دوءِ دوءِ ناهين،
يهه بات لي ٺيڪ ٺهراءِ هئه جي.
(ڀاڱو ٢، جهولنا ٥٢)

پلٽو کوجيءِ پوربي گهر مِ هئه جگنات.
گهر مِ هئه جگنات سکل گهٽ بياپک سوئي،
پسو پنڇي چر اچر اؤر نهين دوجا کوئي.
پورن پرگٽي برهم ديهه ڌر سب مِ آهي،
ديا کرم کو آڙ بيد يهه برلن پاهي.
اپجيءِ بنسيءِ ديهه جيو سو مرتا ناهين،
کهن سنن کو جدا رهت هئه سب گهر ماهين.
چلتي چلتي پگ ٿکا ايکو لاگا نه هات،

---

[1] کوج. [2] اکر. [3] مس، سياهي.

پلٽوُ ڪوڄيھ پوربي گھر ۾ ھئہ جگمگات.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٢٦۴)

ڪوجت ڪوجت مر گئي گھر ھي لاگا رنگ.
گھر ھي لاگا رنگ ڪيئھ جب سنتن دايا،
من ۾ ڀيا بسواس ڇوٽ گئي سڀجيھ مايا.
بستوُ جو رھي ھران تاھ ڪا لکا ٺڪانا[1]،
اَب چت چليھ نہ اِت اُت آپ ۾ آپ سمانا.
اُنتي لھر ترنگ ھرديہ ۾ سيتل لاگي،
ڀرم گئي ھئہ سوہ ڀٽ ڪي چيتن جاگي.
پلٽوُ خاطر جمع ڀئي[2] ستگرو ڪي پرسنگ،
ڪوجت ڪوجت مر گئي گھر ھي لاگا رنگ.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٩٥)

صاحب ٽم سب ڪي والي،
تيري بن ڪھوُن نہ خالي.
سب گھٽ ۾ تيرا نور براجيھ،
ڪھون چمن ڪھون گل ڪھون مالي[3].
پلٽوُ صاحب جدا نھين ھئہ،
مھندي ڪي پان ڇپي جيون لالي.
(ڀاڳو ٣، شبد ١١)

---

١. جيڪا شيءِ ھئي اُن جو پتو لڳي ويو.
٢. تسلي ٿي وئي.
٣. ڪٿي باغ ۾، ڪٿي گل ۾، ڪٿي مالھيءَ ۾، مطلب تہ ھر ھنڌ تنھنجو نور آھي.

# شبد، نام

پلٽوُ صاحب جن جي اُپديش جي باري ۾ ذڪر ڪندي اِها ڄاڻ حاصل ٿي ٿئي ته شبد يا نام سان، سنتن جو مطلب اُنهيءَ لفظ يا اکر سان ڪونهي، جيڪو لکڻ، پڙهڻ يا ڳالهائڻ ۾ ايندو آهي. سنتن جو شبد يا نام، اُها شڪتي آهي جنهن جي ذريعي هن سرشٽيءَ جي رچنا ڪئي وئي آهي. اِها شڪتي سڄي سرشٽيءَ جي ڪرتا آهي ۽ سرشٽيءَ جي ڪڻ ڪڻ ۾ وياپڪ آهي. اِها شڪتي ئي سڄي سنسار جو ڪاروبار هلائي رهي آهي ۽ اِهائي شڪتي جيوَ کي مايا جي ڄار مان ڇڏائي پاڻ سان ملائي سگهي ٿي.

اِنهيءَ ئي شڪتيءَ کي الڳ الڳ ملڪن ۾ ۽ الڳ الڳ وقتن ۾ الڳ الڳ نالن سان پڪاريو ويو آهي. اِهائي شڪتي هڪ نرنتر آواز ۽ پرڪاش جي روپ ۾ سڄي سرشٽيءَ ۾ سمائي پيئي آهي، اِنهيءَ ڪري اِن کي دويه ڌُن يا اِلاهي ٻاڻي چئي ياد ڪيو ويو آهي. اِها شڪتي نادمَيه ۽ پرڪاشمَيه آهي، اِنهيءَ ڪري اِنهيءَ کي رشين منين ”ناد“ يا ”نرمل ناد“ به چيو آهي. پلٽوُ صاحب جن به پنهنجي ٻاڻيءَ ۾ جڳهه جڳهه تي شبد يا نام جي نادمَيه ۽ پرڪاشمَيه گڻن جو ورڻن ڪيو آهي.

اِنهيءَ شبد جي جوت ۽ پرڪاش کي ”انهد ناد“، ”انهد ٻاڻي“، ”انهد ڌُن“ يا ”آڪاش ٻاڻي“ به چيو ويو آهي، ڇو ته بنا ڇهڻ جي ۽ بنا ڪنهن چوٽ جي اِنهيءَ مان هر وقت آواز پيو نڪري. مسلمان فقيرن اِنهيءَ کي ”ڪلمو“، ”ڪلام“، ”ڪُن“، ”بانگ“، ”آواز“، ”ڪلامي اِلاهي“، ”ندائي سلطاني“ ”اِسمي عاظم“ (وڏو نالو) ”سلطان اَزڪار“ (سمرڻ جو شاهه) وغيره انيڪ نالن سان ياد ڪيو آهي.

بائيبل ۾ بہ انهيءَ شڪتيءَ کي "ورڊ"، "لوگاس"، "هولي
گهوسٽ"، "هولي اسپرٽ" وغيره چيو ويو آهي. ڪبير
صاحب جن، گرو نانڪ صاحب جن، تلسي صاحب جن،
سوامي جي مهاراج جن ۽ ٻين انيڪ سنتن انهيءَ کي "شبد"،
"نام"، "مول ڪلام"، "انهد جو باجو"، "شبد جو ڏيئو"،
"شبد جي جوت"، "اڪٿ ڪٿا"، "هري ڪيرتن" وغيره
انيڪ نالن سان پڪاريو آهي. چين وارن انهيءَ کي "تائو"
سڏيو آهي. سڀني جو اشارو انهيءَ هڪ ئي دويہ ڌن ڏانهن
آهي، جيڪا سڀني جي اندر، اکين جي پٺيان گونجي رهي
آهي. پلٽو صاحب جن انهيءَ ڌن جا انيڪ نالا رکيا آهن،
جيئن تہ "اَنام نام"، "گپت نام"، "گگن ڌن"، "غيبي آواز"
"رام نام"، "انهد باڻي"، "شبد"، "نام" وغيره ۽ اشارو
ٿا ڪن تہ اها "غيبي ڌن" صرف ستگروءَ جي مدد سان ڌيان
کي "گگن غفا" يا "ڪنج گليءَ" ۾ ايڪاگر ڪرڻ سان ئي
پنڊ ۾ اچي سگهندي. شبد جو غيبي پرڪاش صرف سماڌيءَ
يا ايڪاگرتا جي پورن اوستا ۾ نظر ايندو آهي. پلٽو صاحب جن
آتما، پرماتما ۽ شبد کي هڪ ئي ڄاڻيو آهي. فرمائين ٿا تہ
شبد ڪنان وڇڙيل آتما ڏهاڳڻ آهي ۽ آتما يا سرت، سهاڳڻ
تڏهن ٿي سگهندي جڏهن شبد سان جڙندي. سنسار جا سڀئي
ڌن ڪوڙا آهن ۽ صرف شبد يا نام ئي سچو ڌن آهي. انهيءَ
"سچي ڌن" جي پراپتيءَ کانسواءِ جيو آتما روپي استريءَ جي
اندر سچي شانتي ڪونہ اچي سگهندي. پلٽو صاحب جن
فرمائين ٿا تہ سنت انهيءَ نام جي روحاني خزاني جا ڀنڊاري
هوندا آهن. اُهي نام ۾ سمائجي نام جو روپ ٿي ويندا آهن.
اُهي نام کي پيار ڪندا آهن ۽ نام اُنهن کي پيار ڪندو آهي.
جيڪي شخص ڪنهن شبد سروپي پورن سنت جي ڏسيل
جڳتيءَ جي مطابق پنهنجي آتما کي اندر شبد يا نام ۾ لين
ڪري ڇڏيندا آهن، اُهي هميشہ جي واسطي پرماتما ۾

سمائجي پرماتما جو روپ ٿي ويندا آهن. اُنهن جو مَن ۽ اندريون، ڪال، مايا ۽ چوراسيءَ جي بندن کان هميشه جي واسطي مڪت ٿي ويندڙيون آهن. اُنهن کي سچي گيان ۽ سچي آنند جي پراپتي ٿي ويندي آهي:-

جي ڪوئي چاهيءَ نام، تو نام اَنام هئه؛
لکن پڙهن ۾ ناهن، نه اَڇر ڪام هئه.
روپ ڪهئه اَنروپ، پَوَن اَنرنگ ٿي؛
اَري هان پلٽوُ غئب درشت سي سنت نام وهه ديکتي.
نام ڊور هئه گپت، ڪوئي نه جانتا؛
نه اَڇر نه روپ، درشت نهين آوتا.
رنڪار آڪار، پَوَن ڪو ديکنا؛
اَري هان پلٽوُ ديکت هئه اِڪ سنت، اؤر سب پيکنا.
(ڀاڱو ٢، اَرل ٢-٣)

نام نام سب ڪهت هئه نام نه پايا ڪوءِ.
نام نه پايا ڪوءِ نام ڪي گت هئه نياري،
وهي سڪس ڪو مليءَ جنهون ني آسا ماري.
هؤن ڪو ڪريءَ خموس هوس نا تن ڪو راکيءَ،
گگن گڦا کي بيچ پيالا پريم ڪا چاکيءَ.
بسريءَ ڀوُک پياس جاءِ مَن رنگ ۾ لاگيءَ،
پانچ پچيس رهي وار سنگ ۾ سوئو ڀاڳيءَ.
آپئه رهيءَ اَڪيل بوليءَ بهه ميٺي باني،
سنتيءَ اَب وهه بڻي ڪها مٿن ڪهون بکاني.
پلٽوُ گرو پرتاپ لين رهيءَ جڳت ۾ سوءِ،
نام نام سب ڪهت هئه نام نه پايا ڪوءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١١)

ديپڪ بارا نام ڪا مهل[1] ڀيا اُجيار.

---

١. هتي اِشارو شرير ڏانهن آهي.

محل پيا اُجيار نام ڪا ٽيج ٻراجا،
سبد ڪيئا پرڪاس مانسر[1] اوپر ڇاجا.
دسو دسا ڀئي سڌ ٻڌ[2] ڀئي نرمل ساچي،
ڇٽي ڪپٽ گانٺ سرت پرگٽ هوئي ناچي.
هوت ڇتيسو راڳ داڳ ترگن ڪا ڇوٽا،
پورن پرگٽي ڀاڳ ڪرم[3] ڪا ڪلسا ڦوٽا.
پلٽو انڌياري مٽي ٻالي ديکهي نار،
ديپڪ ٻارا نام ڪا محل پيا اُجيار.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ١٥)

رام ڪي نام سي ٻولنا ناهڪ هٺ،
ڪالڳا ٻار تون ڦير غوطا.
ڪام اؤ ڪروڌ ۾ لڳا دن رات تو،
لوڀ اؤ موهہ ڪا ڪيسا جوٽا.
ٻني جاگير ٽاگير[4] حجور سي،
ڪال ني آهہ ڪي ليٽا پوٽا[5].
داس پلٽو ڪهي پڙا ڪس خيال ۾،
گهڙي پل پهر ۾ ڪوچ هوٽا.
(ڀاڳو ٢، ريختا ٢٦)

آڙي موري سبد ٻيبڪي هنسا هو، ٻٽو سبد ڪي ڊار.
سبديءَ اوڙهہ سبد ٻڇائو[6]، سبديءَ ڀوکہ آهار[7]،

---

١. مانسرووَر، جيڪو روحاني منزلن ۾ اسٿت پاربرهم کان مٿي آهي. ٢. ٻڌي. ٣. دنيا جو پندار کلي ويو، يعني ترڪنيءَ جي مٿان چڙهيل ڪرمن جا پندار ناس ٿي ويا. ٤. تقاضا. ٥. مال گذاري، ٽيڪس. ٦. شبد ئي اُنهن جو وڇائڻ جو ڪپڙو آهي؛ شبد جي ئي چادر مٿان وجهندا آهن. ٧. اُنهن کي شبد جي ئي بک آهي؛ شبد ئي اُنهن جو ڀوڄن آهي.

تس ڏن رهو سبد ڪي گهر ۾، سبد گرو همار[1].
ليه هٿيار سبد ڪي مارُو، سبديه ڪيت ٺهرائو؛
ڪهون ڪپال جو هوه تمهارِي، سبد ۾ ڀاڳ لڳائو.
آد انـاد سبد هئه ڀائي، سبديه مـول بچارا؛
جنڪي چوٽ سبد ڪي لاڳي، آواگـون نـوارا.
سبديه مـول هئه سبديه ساڌا، سبديه سبد سمانـا؛
پلٽوُ داس جـو سبد بيڌڪي، سبد ڪي هاٿ بڪانـا.
(ڀاڳو ٣، شبد ١٥)

سبد ڇڙاويه راج ڪو سبديه ڪريه فقير.
سبديه ڪريه فقير سبد ڦر رام مـلاويه،
جن ڪي لاڳا سبد تنهنه ڪڇوُ اؤر نه ڀاويه.
مري سبد ڪي گهاوَ اُنهين ڪو سڪيه جيئائي،
هوء گـا اُنڪا ڪام ڀـرِي رووِيه دنيائي.
گهائل ڀا وه ڦريه سبد ڪيه چوٽ هئه ڀارِي،
جيئتي مرتڪ هوئه جهڪيه ڦر اُنيه سنڀارِي.
پلٽوُ جن ڪي سبد ڪا لـڳا ڪليجي تير،
سبد ڇڙاويه راج ڪو سبديه ڪريه فقير.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٨٨)

مُوئي سوئي جيوَ لي ڀائي، جنهه لاڳي سبد ڪي چوٽ.
اُنڪو ڪائو ڪڇ ڪهيء، اُن تجي هئه جڳت[2] ڪي لاج؛
وو سهج ڀراپت هوء گئي، اُن سڦل ڪيئا سب ڪاج.
اُنڪو اؤر نه ڀاوئي، اڪ ڀاوت هئه ست سنگ؛

---

١. گرو نانڪ صاحب جن فرمايو آهي ته ”سبد گرو سرت ڌن چيلا.“ يعني سڀني پورن سنتن به ”شبد گروءَ“ جو اُپديش ڏنو آهي، ڇو ته پورو سٽگرو شبد جو روپ هوندو آهي ۽ هوُ جيوَ کي به شبد سان ملائي شبد جو روپ ڪري ڇڏيندو آهي.
٢. جڳت.

وو لوها سي ڪنچن ڀئي، لڳ پارس ڪي پرسنگ.
جنهن ني سبد بچارنا، تنهه ٿي لاڳي سنسار ۽
وو آهه پڙي ست سنگ ۾، سڀ ڏار ڍها سر ڀار.
سبد ڇڙاوي راج ڪو، ڦر سبدي ڪري فقير ۽
پلٽو داس وو نا جيي، جنهه لڳا سبد ڪا تير.
(ڀاڳ ٣، شبد ١٦)

پيوتا نام سو جڳن جڳ جيوتا،
ناهن وو مري جو نام پيوي.
ڪال بچاپي نهين امر وهه هوئگا،
آد اؤ انت وهه سدا جيوي.
سنت جن امر هئه اسي هر نام سي،
اسي هر نام ۾ چت ڏيوي.
داس پلٽو ڪهي سدا رس چوڙ ڪي،
پيا آگيان تو چاچ ليوي.
(ڀاڳ ٢، رڪتا ٥)

لهنا هئه ست نام ڪا، چاهي سو ليئه.
جو چاهي سو ليئه، جائگي لوٽ اؤرائي[1].
ام ڪا لڳهو ڀار، ڪانو جب ڍهي[2] لائي ۽
تاڪي ڪها گنوار، موت پر ڀانڌ سنتابي[3] ۽
لوٽ ۾ ڏيري ڪري، تاهه ڪي هوهه خرابي.
پهر نه ايسا داو نهين ڦر مانش هونا ۽
ڪيا تاڪي تو نانڙ هاٿ سي جاتا سونا.
پلٽو مٿن اٿن[4] پيٺا، مور دوس جن ڏيئه ۽
لهنا هئه ست نام ڪا، جو چاهي سو ليئه.
(ڀاڳ ١، ڪنڊلي ١٢)

---

١. امرت. ٢. جلائي يا ساڙي ڇڏيندو. ٣. جلدي.
٤. سقل تي وڪس، پار تي وڪس.

مينا بهت سمت نام هئه، پيمت نڪاريه جان.
پيمت نڪاريه جان مريه ڪي ڪرڻه تياري؛
سو وهه پيالا پيئه سيس ڪو ڌريه اُتاري.
آنک مُوند ڪيه پيئه جيئڻ ڪي آسا تياگيه؛
ڦر وهه هوويه اَمر، مُوئي[1] ٻر اُٿ ڪيه جاگيه.
هر سي وي هئه ٻڙي، ٻيڙو جن هر رس جائي؛
برهما بسن مهيس، پيمت ڪيه رهي ڌرائي.
پلٽو ميري ٻهن ڪو، لي جگياسو مان؛
مينا بهت سمت نام هئه، پيمت نڪاريه جان.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ١٣)

لاڳي گانسي سبد ڪي پلٽو مُوئا ترنت.
پلٽو موئا ترنت کيت ڪي اوپر جائي،
سر پهلي اُڙ گيا رنڊ[2] سي ڪريه لڙائي.
تن ٻ تل تل گهاو پردا ڪل لٽڪت جائي[3]،
هئڦ[4] ڪاه سڀ لوگ لڙهه ٻهه ڪنن لڙائي.
*ستگرو مارا تير بيچ ڇاتي ٻ ميري،
تير چلا هوه ٻوَن نڪر گا تارُو[5] ڦوري.

---

١. جيڪو جيئري ئي مرڻ ڄو سگهي؛ جيڪو ابياس جي ذريعي جڏهن ٻ چاهي سرت کي شرير مان سميٽي اندر نام سان جوڙي ڇڏي ۽ جڏهن چاهي سرت کي شرير ۾ واپس موٽي اچي. ٢. رنڊ يعني ڌڙ. ٣. آنڊا نڪري لٽڪي رهيا آهن. ٤. افسوس يا اَچرج. ٥. تالُ.

*هن پرسنگ جو ڀاو ڪبير صاحب جن جي هيٺ ڏنل دوهن ۾ ٻه ملي ٿو. جنهن ۾ سنتن ساڳي مت ظاهر ڪئي آهي:-
گرو گرو ۾ ڀيد هئه، گرو گرو ۾ ڀاو؛
سوئي گرو نت بندئي جو سبد بتاوي داو. (ڪبير)
ڪبير گونگا هئا باورا ٻهرا هئا ڪان،
پاوهه تي پنگل ٿيا مارئا ستگر ٻان.
ڪبير ستگر سورمي باهئا ٻان ج ايڪ،
لاگت هي ٿئه گر پڙئا ٻرا ڪليجي ڇيڪ. (آد گرنٿ، صفحو ١٣٧٤)

ڪهڻي والي بهت هئن ڪٿني ڪٿيءَ ٻي اَنت،
لاڳي ڳانسي سبد ڪي پلٽوُ موٺا ٽرنت.
(ٻاڳو ١، ڪنڊلي ١٠٥)

هاٿي گهوڙا خاڪ هئن ڪهيءِ سنيءِ سو خاڪ.
ڪهيءِ سني سو خاڪ، خاڪ هئن ملڪ خزانا،
جورؤ ٻيٽا خاڪ خاڪ جو ساڃيءِ مانا.
محل اٽاري خاڪ خاڪ هئن باغ بغيچا،
سيت سپيدي خاڪ خاڪ هئن حقا نڳيچا.
سال دسالا خاڪ، خاڪ هئن موتن ڪيءِ مالا،
نؤبت خانا خاڪ، خاڪ هئن سسرا سالا.
پلٽوُ نام خدا ڪا ٻهي سدا هئن پاڪ،
هاٿي گهوڙا خاڪ هئن ڪهيءِ سنيءِ سو خاڪ.
(ٻاڳو ١، ڪنڊلي ١٨)

سبد سبد سب ڪهت هئن، ڪيا سبد ڪهائي.
ڪيتڪ برهما لک ڳيي، سو هم هي ٻائي.
ايڪ جوت بادساهه ٻٿي، ٿيئيون لوڪ پسارا،
ٿيهه ڪو مار ڳرائيا، سر ڇتر همارا.
بهت سماڌي سوَ ٽڪي، وهان پوَن نه پئسا[1]،
ڪيتڪ جڳ پرليءِ ڳيي، ٽب ڪي هم ٻئسا.
چاند سورج ايڪؤ نهين، ڌرتي نب ساٽا،
رام ڪرسن ڪوٽن مٿي، ڪهون ٽب ڪي باٽا.
اُپجت بنست ڳيا سب، ٻيس چار اٽسا[2]،
سو سب پلٽوُ ديکٽا، هم جٿسي ڪا ٽٿسا.
(ٻاڳو ٣، شبد ١٥٦)

---

١. آئي ڪوئه ٻهڇي سکهيو.
٢. ٢٠+٤+٢٨=٥٢. يعني ٻاونجاهه اکرن جي چڪر ۾
قيد ۾.

جيهہ سمري گتڪا[1] تري تاڪو سمر گنوار.
تاڪو سمر گنوار ڀلا اَپنا جو چاهو،
جهوٺا هئہ سنسار رئن[2] سپني سا جانو.
ماتا پتا ستت ٻنڌو جهوٺ اِنڪو سب جانو،
ستت سنگت هر ڀڄن ستت ده اِنڪؤ مانو.
اؤر ديو سب ٻرٿا[3] آس اِنڪي نا ڪيجيءِ،
سب ديون ڪي ديو هري انتر ڀڄ ليجيءِ.
ڀلٽؤ هر ڪي ڀڄن ٻن ڪوئو نا اُترءِ پار،
جيهہ سمري گتڪا تري تاڪو سمر گنوار.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ١٣٤)

پيتر اؤنيئہ تتو ڪو اُتيءِ سبد ڪي ڪان.
اُتيءِ سبد ڪي ڪان رهيءِ انتر لؤ لاڳي،
سرت ديئہ اَدگار[4] جو گئي آپئہ جاڳي.
سهج گهاٽ هر ڌيان گيان سي من پرموڌي[5]،
نهين سنگره نهين تياگ آپهي ڪايا سوڌيءِ.
پرام ڀووت لگام ڌريءِ ڌيرج مرگ چالا،
تلڪ اُن من ڀال جپت هئہ اَجپا مالا.
ڀلٽؤ ائسا هوئي جو سو جوگي پرمان،
پيتر اؤنيئہ تتو ڪو اُتيءِ سبد ڪي ڪان.
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٢٢٤)

راڪہ پرواهہ لون ايڪ نج نام ڪي،
خلق مئدان م ٻانٽ تانئي.
مير اُمراوَ دن چار ڪي پاهنا[6]،
چوڙ گهر ماهن دؤلت هاٿي.

---

١. هڪ وڻهيا جيڪا پرڀو جي سچي نام جو سمرن ڪري پار ٿي وڃي.
٢. رات جي سپني وانگر.
٣ فضول.
٤. جاڳائي.
٥. من کي سکيا يا گيان ڏئي.
٦. مهمان.

پڪڙ لي سبد جن توهه پيدا ڪيا،
اؤر سب هوئنگي خاڪ ماٽي.
داس پلٽو ڪهي دک سنسار گت،
ٻنا نج نام نهين ڪوئي ساٿي.
(ڀاڳو ٢، ريکتا ٦)

نام ڪي ري پرتاپ سي پيي آن ڪي آن.
پيي آن ڪي آن ٻڙي ڪي پانو پڙونگا،
ڪا ڀرا تل تيل ڦوُل سنگ بڪتا مهنگا.
سنت هم ٻڙي دڀال آپ سم موڪو ڪينها،
جئسي ڀرنگي ڪيٽ سڇا[1] ڪيچ ائسي دينها.
رائي ڪها سمير، اجيا گج راج چڙهائي[2]،
تلسي هوئنگا رهنڊ سرن ڪي پنڇ بڙائي.
پلٽو جاٽن نيچ مٽن، سب اؤگن ڪي ڪان،
نام ڪي ري پرتاپ سي، پٽي آن ڪي آن[3].
(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ١٦)

اڪ نام امولڪ مل گيا،
پرگمٽ ڀيي ميري ڀاڳ هم جي.
گگن ڪي دار پپيها بولي،
سووت اُٿي مٽن جاڳي هم جي.
چراغ ٻري بن تيل ٻاتي،
نهين ديٽا نهين آگ هم جي.
پلٽو ديک ڪي مگن ڀيا،
سب ڇوُٽ گيا نرگن داغ هم جي.
(ڀاڳو ٢، جهولنا ٦)

---

١. سڪيا. ٢. هاٿيءَ تي ٻڪريءَ جي سواري ڪرائڻ.
٣. ڇا هوس ۽ ڇا ٿي ويس، يعني نيچ مان مهان ٿي ويس.

ٻوُڙي جات جهاج هئه نام نورتڪ[1] ٻول.
نام نورتڪ ٻول هاٿ سي ليري جائي،
مانجهه ڌار ۾ ڦٽي سوم ڪي جوڳويء ڻائي.
انسي مورکہ لوڳ لالچ ۾ جنم گنوايء،
گئي هاٿ سي چيج ٽيهوُ پر ليکہ لاوڻه.
ڪتنا روُڌن پيي[2] موهہ ۾ لاگا آجهون،
ڪيهي پران پريان[3] نام نا سمري ٽڀهون.
پلٽوُ نوٽن رٽن سب پا ڪوُڙي ڪي مول،
ٻوُڙي جات جهاج هئه نام نورتڪ ٻول[4].

(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٥٥)

سرت سبد ڪي ملن ۾، مجهه ڪو پيا آنند.
مجهه ڪو پيا آنند، ملا پاني ۾ پاني؛
دونو سي پا سوُت نهين مل ڪيء الڳاني.
ملڪ پيا سلطنت، ملا حاڪم ڪو راجا؛
رعيت ڪريء آرام ڪول ڪي دس دروا جا[5].
چوُني سڪل بياڌ[6] مٽي اندرن ڪي دنيا؛
ڪو آب ڪريء آباد چوراسي مل گئي ڪتيا.
پلٽوُ ستگر صاحب، ڪاٽو ميري ٻند؛
سرت سبد ڪي ملن ۾ مجهڪو پيا آنند.

(ڀاڳو ١، ڪنڊلي ٨٩)

سرت سهاگن الٽ ڪيء ملي سبد ۾ جاءِ.
ملي سبد ۾ جاءِ، ڪنت ڪو بس ۾ ڪينها،
چليء نہ سوَ ڪيء جور جاءِ جب سڪتي لينها.

---

١. ٻيڙي وارو. ٢. ڪنت پا گلي ۾ روئڻ پيو اچي.
٣. پراڻ نڪري ويا. ٤. جهاز هلندو پيو وڃي.
٥. ڏهون دٺار، جيڪو اندر جي روحاني جڳت ۾ نين منزل آهي. ٦. مصيبت.

ڦر سڪتي نا رهي ملي جب سوَ ۾ جائي،
سوَ ڀي ڦر نا رهي سڪتي سي سيوَ کهائي.
اپني من ڪيھ ڦير اوَر نا دوجا ڪوئي،
سڪتي سوَ هئہ ايڪ نام ڪهين ڪو دوئي.
پلٽوُ سڪتي سوَ ڪا ڀيد گيا الگاءِ،
سرت سهاگن الٽ ڪيھ ملي سبد ۾ جاءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٢٦)

جب لب لبرت برس هئہ، جوڳي جوڳ آچار،
پلٽوُ نام ڀجي بنا، ڪولو نا اُتريھ پار.
(ڀاڱو ٣، ساکي ٧)

پلٽوُ پارس نام ڪا منيھ رسائن هوءِ.
منيھ رسائن هوءِ، ڪريھ ڀا تن ڪي سيسي،
سمجهت ديھ گرو گيان بسواس دوائي پيسي.
دسوَ دسا سي موُندا[1] جوڳ ڪي ميني باريھ،
تيھ پر ديهہ چڙهاءِ برهم ڪي اگني سي جاريھ.
اينڌن لاويھ ڌيان پريم رس ڪريھ تياري،
سبد سرت ڪي بيچ تهان من راکيھ ماري.
جڙي بوُٽي ڪي کوجني گئي سڀ ڀائي کوءِ،
پلٽوُ پارس نام ڪا منيھ رسائن هوءِ.
(ڀاڱو ١، ڪنڊلي ٢٢٦)

دکهہ جيئہ ڪي کوءِ ڪو ڦر ڦر غوطا کاءِ[2].
ڦر ڦر غوطا کاءِ تنڪ نا لڄا آويھ،
پڙگا وهي سياو چيتيھ نا لاک چتاويھ.

---

١. خيال کي هر طرف کان هٽائي اندر نام سان جوڙي ڇڏي. ٢. جيوَ جي عادت آهي ته ڏسو، جو هر جنم ۾ دک ٿو پائي، تڏهن به چوراسيءَ جي چڪر ۾ ڦٽڪڻ کان باز نٿو اچي.

نمڪ پري ڪي خوسي، جنم ڪوٽن دک پاويءِ[1]،
چؤراسي گهر جاءِ آپ ۾ آپ ڀنڊاويءِ.
سوان لاک جو ڪاڻ ڏيا چاٽيڻ پڻ چاٽيءِ،
ڇٽيءِ نہ جڳ ڪي ڪوڻ ڀڪر ڪي ٻر جي ڪاٽيءِ.
ڀلٽو ڀڄيءِ نہ نام ڪو موڙڪ نر تن پاڻ،
ڏيڪو جڳ ڪي ڪوڻ ڪو ڦر ڦر غوطا کاڻ.
(ڀاڳو ١، ڪنڍلي ٢٢٩)

چنتا روپي اگن ۾، جريءِ سڪل سنسار،
جريءِ سڪل سنسار جرت نرپت[2] ڪو ڏيکا،
بادساهہ اُمراؤ جرت هڳ سئيد[3] سيکا.
سر نر مني سب جريءِ جوگي اؤ جتي سنياسي،
پنڊت گياني چتر جريءِ ڪن ڦتا اُداسي.
جنگم[4] سورا جر جريءِ ناڳا ٻيراگي،
تپسي ڏؤنا جرانءِ ٻچيءِ نهين ڪوئو ڀاڳي.
پلٽؤ ٻچتي سنت جن جيڪري نام اُڌار،
چنتا روپي اگن ۾ جريءِ سڪل سنسار.
(ڀاڳو ١، ڪنڍلي ٢٣١)

ڪوجت هيرا ڪو ڦريءِ نهين پوت ڪو دام[5].
نهين پؤت ڪو دام جؤ هر ڪي ڳانٺ ڪلاويءِ،
ٻاٿن ڪي ٻڪواد جؤ هري ڪو بلماويءِ.

---

١. ٻل ٻر جي خوشيءَ جي واسطي ڪروڙين دک ٿو پائي.
گرو صاحب جن بہ فرمايو آهي تہ: ”نمڪ ڪام سئاد ڪارڻ ڪوٽ ڏنس دک پاوهہ“ (آد گرنٿ، صفحو ٤٠٣). ٢. راجا.
٣. حضرت محمد صاحب جي ونش جا ماڻهو.
٤. هميشهہ ڀرمڻ ڪرڻ وارا انسان.
٥. هٿ ۾ ڪجهہ بہ پيسو اُنس ڪونہ ۽ خريد ڪرڻ چاهي ٿو هيرا.

لمبي ٻولت ٻات ڪريءِ ٻالن ڪي ادني،
ڪؤڙي ڳانٺ ڳاهن ڪرت هئہ ٻاٻين اِلٽي.
لها جؤهرِي نساڙ[1] ڦرا هئہ ڳاهڪ خالي،
تيلي لئي سميت ڍها ڳاهڪ ڪو ٽالي.
لوڪ لاج ڇوُٽيءِ نهين پلٽوُ چاهيءِ نام،
ڪوجت هيرا ڪو ڦريءِ نهين پوت ڪو دام.
(پاڳو ١، ڪنڊلي ١٢٨)

تن من ڌن سب آن آڳيءِ ڌريءِ،
ليهوُ ڪو ناهن اِنڪار ڪيجيءِ.
گياني اؤ چتر ڪو سبد نا ڍاهئي،
مايا ڪي جيوَ ڪي شبد ڇيجيءِ.
جهان گونہ ملا ڦر الٽ ڦر جاٻڪا،
ٻرات ڪتنو ڪرانہ پرڪہ ليجيءِ.
داس پلٽوُ ڪهيءِ پرامي جو سبد ڪا،
ليهوُ ڪو پرڪہ ڪيءِ سبد ڍاهجيءِ.
(پاڳو ٢، ريڪتا ٤٨)

مهاتم[2] جانيءِ نهين، مينڊڪي گنگا بيچ؛
پلٽوُ سبد لڳيءِ نهين، ڪتنؤ رهي نڪيچ[3].
(پاڳو ٣، ساکي ٥)

گيان ڌيہ مورکہ ڪهينءِ، پلٽوُ ڪريءِ ٻهاد؛
بندر ڪؤ آدي[4] ڌيا، ڪڇ نا ڪهيءِ سواد.
(پاڳو ٣، ساکي ١١٢)

---

١. جوهري سمجهي وارو.
٢. مهما، وڏائي.
٣. ويجهو، نزديڪ.
٤. آدرڪ.

